پيار ادب ۽

احترام سان

صاحب خان

ميراڻي جي لاءِ

ڪاشف منشار سولنگي

03323589517

کتاب جو نالو: آءُ اڪيلو راهن ۾ (شاعري)
شاعر: مننار سولنگي
ڇاپو پهريون: 2019ع
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: عبدالله جروار
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي
فون: 021-32737290
ڇپائيندڙ: مننار سولنگي اڪيڊمي، نئون ديرو

قيمت: 300 روپيا

کتاب ملڻ جا هنڌ:
سنڌ جا سمورا وڏا بوڪ اسٽال

# ارپنا

ناني مينهون خان سولنگي،

ابي غلام مرتضيٰ سولنگي،

امان غلام فاطمہ،

چاچي محبوب علي سولنگي ۽

مريم خاتون سولنگي

جي نانءُ.

# فهرست

# شاعر- بي چين روح آهن

منٺار سولنگي منهنجو پڳ مٽ دوست ئي نہ، پر ڪو جگر جو ٽڪرو هو. نہ ڏسندو هئوسانس تہ جهڙ ڏينهن پهر اکيون بي مزي هونديون هيون. منهنجو احترام بہ ڏاڍو ڪندو هو. طبيعت ۾ تاوڙو ۽ اصولن تي سِرُ گهورڻ وارو شخص هو ڪنهن بہ ڳالهہ جي ضد تان ڪيس رڳو مان ئي لاهي سگهندو هوس. مون کي احتراماً "خان" ڪري سڏيندو هو. سندس ان لفظ ۾ مونکي پنهنجائپ ۽ خلوص جا درياهہ وهندي نظر ايندا هئا. سندس وقت کان اڳ وڇوڙو مون لاءِ سورن جا سمنڊ ڪٽي آيو جن جي لهرن ۾ لڇندي حياتيءَ جي هن سفر ۾ آجائي ممڪن نہ آهي.

هونئن بہ شاعر ويچارا بي چين روح آهن. پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجي ماڻهن لاءِ ڪامندڙ پڇندڙ ۽ پڇرندڙ. انهن کي پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجي ماڻهن لاءِ پنهنجي ديوانگيءَ جو اظهار شاعريءَ ۾ ئي سُجهدو آهي ان ڪري شاعري ڪري هو پنهنجو روح ريجهائيندا ۽ پرچائيندا آهن. پڳت ڪنور جي ڳال "ڌس ڪو ڌانءَ" وانگر منٺار سولنگي بہ جتي هڪ بهترين ۽ شاندار شخص هو اُتي شاعريءَ جي سفر ۾ پڻ پنهنجي علحده سڃاڻپ رکندو هو. هر صنف تي عبور حاصل هُيس. ڪڏهن بہ ڪا اجائي ۽ بي روح سٽ نہ لکيائين. جنهن لاءِ سندس هي ۽ ايندڙ شاعريءَ جا ڪتاب ازخود شاهدي ڏيندا.

سنڌي ادبي سنگت نئون ديرو کي سڄي سنڌ ۾ پنهنجو رت سڌ ڏئي مشهور ڪيائين. ان جي پليٽ فارم تان ڪيل يادگار پروگرامن جي تاريخ بيحد ئي موهيندڙ آهي.

ان ڪان اڳتي وڌي هن "سنڌ سنگت" لاءِ جيڪو ڪردار ادا ڪيو سو پڻ ادبي سنگت جي تاريخ ۾ سونهري اکرن سان لکيل آهي.
هن ڪتاب ڪان اڳ ۾ ٻارن لاءِ هن جو شاعريءَ جو ڪتاب "آءُ به جيڪر پڙهڻ وڃان ها" سندس حياتيءَ ۾ شايع ٿيو.
اميد ته سندس هي ڪتاب به شاعريءَ جي شائقن ۽ علم دوستن لاءِ سرهائيءَ جو باعث ضرور بڻبو.
هن ڪتاب جي پروف لاءِ سرفراز عباسي، اياز جاني ۽ منهنجي نياڻي ڊاڪٽر صنم لطيف ڪرتيو جا به ٿورائتا آهيون.

**عبداللطيف ڪرتيو**
چيئرمين
منٺار سولنگي اڪيڊمي

# پنهنجي پاران

منثار سولنگي اڪيڊمي نئون ديرو پابنديءَ ۽ ذميواريءَ سان منثار سولنگي جي سالگرهه ورسي ۽ توڙي ٻيا ننڍا وڏا پروگرام وقتن به وقت ڪرائيندي رهي آهي. پروگرامن جي مقبوليت مختلف ماڻهن طرفان مثبت موٽ ملڻ جي ڪري منثار سولنگي اڪيڊمي نه رڳو نئون ديرو بلڪ پوري سنڌ ۾ پنهنجو تعارف ڪرائي تاريخي حيثيت ماڻي ورتي آهي. منثار سولنگي اڪيڊمي معياري ڪتابن ڇپرائڻ جو سلسلو به شروع ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ پهرين ڪڙي، پهرين وِڪ، منثار سولنگيءَ جي شعري مجموعو "آءُ اڪيلو راهن ۾" آهي.

منثار سولنگي جديد شاعريءَ جو اهو نانءُ آهي. جنهن جو ذڪر نه ڪرڻ جديد شاعري ائين لڳندي جيئن ڪنوار زيورن کان سواءِ ٻُسي ٻُسي لڳندي آهي. هِن جي شاعري هر رنگ ۾ سمايل آهي ۽ هر رنگ جو پنهنجو منفرد انداز آهي "آءُ اڪيلو راهن ۾" منثار سولنگي جو پهريون ڪتاب ڪونهي هن کان اڳ هن جي حياتيءَ ۾ ئي سچائي اِشاعت گهر دڙو پاران سندس ٻاراڻي ادب تي مبني ڪتاب "آنءُ به جيڪر پڙهڻ وڃان" ڇپجي چڪو آهي. ان ڪتاب کي پڙهندڙن وٽان ڪافي موٽ ۽ مجتا ملي منثار جي مرتيبي کان پوءِ سائنس سان پيار ڪندڙن ۽ ٻين ڪافي ادب دوستن جا خَط، ميسيج ۽ پڻ فونيون ايندڀون رهيون ته منثار سولنگي سنڌي ادب ۽ جديد شاعريءَ جو روشن ڪِرڻو آهي سندس شاعري جا ڪتاب سنڌي ادب ۽ اسان پڙهندڙن تائين پهچايا وڃن.

اسان پڙهندڙن جي راءِ کي مان ڏيندي ۽ پنهنجو فرض سمجهندي منٺار سولنگيءَ جو هي ڪتاب "آءُ اڪيلو راهن ۾" توهان پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪري رهيا آهيون. منٺار سولنگي اڪيڊميءَ پاران ڪتابي سلسلي هيءَ پهرين وِڪَ اوهان کي ڪيئن لڳي يقينن ان راءِ جو اسان کي شدت سان انتظار رهندو. اسان جو عزم آهي تہ هن اداري پاران هر سال ڪو نہ ڪو منٺار سولنگيءَ جو ڪتاب ڇپرائي اوهان تائين پهچايو ويندو اسان ٿورائتا آهيون منٺار سولنگي جي دوستن محمد علي پٺاڻ، اياز جاني، محمد علي پٺاڻ ۽ وفا صالح راڄپر جا جن جي ساٿ سان اڄ هي ڪتاب اوهانَ جي هٿن ۾ آهي.

**ڪاشف منٺار سولنگي**

سيڪريٽري

منٺار سولنگي اڪيڊمي

# جنهن لکڻ سيکاريو

اهو ڪڏهن به نه سوچيو هيو ته منهنجي زندگيءَ ۾ اهي اذيت ناڪ گهڙيون ڪي ايندیون جو مان ان شخصيت جي وڇوڙي جو صدمو الائجي ڪيئن برداشت ڪري سگهيو هوندس جو وري سندس لاءِ لکڻ وڏي ڳالهه سمجهان ٿو. لکڻ لاءِ وري اذيت ناڪ يادن جي گهيري ۾ پاڻ کي محسوس ڪريان ٿو. ان جادوئي شخصيت لاءِ لکڻ جنهن مون سميت الائي ڪيترن نوجوان اديبن جيڪي اڄ وڏا نالا سڏجن ٿا انهن کي قَلم کَڻڻ ۽ لکڻ سيکاريو. جنهن لکڻ سيکاريو ان تي لکڻ لاءِ نه مون سان لفظ ساٿ ڏين ٿا نه ئي مان سندس جي لائق آهيان جو مٿس لکي سگهان.

منٺار سولنگيءَ جو ننڍپڻ کان آدب ڏي لاڙو رهيو. هن شروعاتي طور ٻاراڻي ادب کان لکڻ جي شروعات ڪئي ۽ سنڌ جي ننڍين، وڏن شاعرن، اديبن، ڪهاڻيڪارن ۽ تاريخدانن سان خط و ڪتابت وسيلي رابطا رکندو رهيو.

منٺار سولنگيءَ جي ٻاراڻي ادب کان وٺي شاعري ڪرڻ وائي، غزل، نظم، آزاد نظم جو لکڻ جو ڏانءُ، نثر لکڻ ۽ ادبي سنگت لاءِ جاکوڙ ڪرڻ ۽ اديبن سان رهاڻيون رچائڻ کان وٺي ڪتاب شائع ڪرائڻ جون ذميواريون نڀايون.

منٺار سولنگيءَ جي اغوا جي اذيت ناڪ ڏينهن کان وٺي سندس سان دوستن جي ڏوڪن تائين زماني جي اذيت ناڪ ڏيدن کان وٺي دوستن جي ظلمن جي اسيريءَ تائين ادبي سنگت لاءِ پاڻ لٽائيندڙ ڪارڪن جي قربانين کان وٺي انهن اديبن جي ڪيل ناروا سلوڪن تائين سڀ ڄاڻان ٿو اهي سڀ ڳالهيون اکين جي اڳيان گذريل آهن.

اسين سڀ منٺار سولنگيءَ کي پنهنجو آئيڊيل سمجهندا هئاسين ۽ ان جي شخصيت مان متاثر ٿي سندس محنتن ۽ ڪاوشون ڏسي ان جهڙو ٿيڻ لاءِ ڪوششون ڪيون. اسين سڀ چاهي اهو بيتاب سولنگي هجي، وفا امتياز سومرو هجي، واحد ڪتياڻ، سرڪش سنڌايو يا ورى عبداللطيف سولنگي هجي اسين سڀ ان جي پيداوار آهيون. منهنجي پهرين شاعري ڏرتيءَ تي لکيل غزل جي ڪريڪشن پاڻو پاڻ ڪئي ۽ اخبار ۾ پڻ شايع ڪرايو ان رشتي سان هو شاعري ۾ منهنجو استاد پڻ رهيو. مون ڪجهه سال شاعري ڪئي بعد ۾ مون ۽ سرڪش صحافت ڏي لاڙو ڪيوسين ۽ ان ۾ پاڻ مڃايوسين.

بهرحال منٺار سولنگي پنهنجي دور جي هڪ تاريخ آهي ۽ هڪ ادارو آهي. اڄ بہ اکين آڏو سندس وڇوڙي جا لمحا تري اچن ٿا جو گهر کان ڪارڊيولاجي لاڙڪاڻي تائين پهچندي هن اسان جي هٿن ۾ دم ڏنيءَ حوالي ڪري اسان کي ڇورو ڇنو ڪري هميشہ لاءِ وڇوڙو ڪري ويو پر هو پنهنجي لکڻين ۽ يادن ۾ اسان سان گڏ آهي. هن ڪاشف منٺار سولنگيءَ جي نالي آڊيو وڊيو لائبرري ۽ آٿم ناٿن شاهي لائبرري پڻ جوڙي اهڙي طرح دوستن جا لکيل خط، سندس سهيڙيل ڪتاب پر هو هڪ تاريخ ڇڏي آهي. اسين سندس رهيل ڪم کي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا ۽ سندس ڪتاب شايع ڪرائڻ. ورسيون ملهائڻ سان ڪيس پيٽا ڏئي سگهون ٿا. منٺار سولنگيءَ جي وڇوڙي تي ڪجهه سٽون لکيون هيم انهن مان ڪجهه سٽون عرض آهن:

هـــو دوســـت لاءِ مـــن جـــو نـــار هيـــو

پر

اسـان کـان تـہ کـسجي اکين جـو نـار ويـو آ

**عبداللطيف سولنگي**

صدر شهيد راڻي بينظير ڀٽو

پريس ڪلب نئون ديرو

# منٺار البيلو انسان

منٺار سولنگي ادبي دنيا ۾ هڪ تمام سگهارو نالو هئڻ سان گڏوگڏ منهنجو ۽ منهنجي نندين ڀائرن جو هڪ ادارو پڻ رهيو هوئڻ تہ منٺار سولنگي رشتي ۾ منهنجو سئوٽ ۽ ڀيٽيوو هيو پر ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي ڪڏهن اهو محسوس ٿيڻ ڪونہ ڏنو نہ ئي انهن کي ڪا خبر هئي تہ منٺار سولنگي اسان جو سئوٽ آهي يا ڀاءُ. سڀ شهر جا توڙي ٻاهريان فرد ائين ئي سمجهندا هئا تہ منٺار سولنگي هِنن جو وڏو ڀاءُ آهي هن جو نندپڻ کان وٺي اسان سيني گهر ڀاتين ۽ پراون سان پيار رهيو هو. طبيعت جو تمام گهڻو سخت هوندو هو پر اندر ۾ اسان سيني گهر ڀاتين لاءِ پيار هوندو هيس.

هو هڪ البيلو انسان هو مان يا منهنجو ننڍو ڀاءُ عبداللطيف يا سرڪش سڏايو ۽ اهڙا ٻيا ڪيترائي دوست آهن جن لاءِ ڀائو منٺار هڪ اداري جي حيثيت رکندڙ شخص هيو.

منٺار سولنگيءَ جو خال پرجڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

**بيتاب سولنگي**

اڳوڻو سيڪريٽري

ادبي سنگت شاخ نئون ديرو

# مهاڳ

## عشق جي خدائي

خليل جبران پنهنجي هڪ ناولٽ ۾ محبت جي نهايت حسين وضاحت ڪئي آهي تہ زندگيءَ جي گلستان ۾ محبت ئي هڪ اهڙو اڪيلو گُل آهي جيڪو خزائن ۽ بهارن جي موسمن کان آجو ۽ بي نياز ٿو رهي ۽ هڪ ڀيري جاءِ تي لڪي ٿو تہ محبت جو اعليٰ اظهار خاموشي آهي ۽ ان خاموشيءَ جي آڏو دنيا جي جملي زبانن جي فصاحت ۽ وضاحت بي معنيٰ ۽ نهايت ادنيٰ لڳندي آهي. (خليل جبران)

محبت جي اهڙي خوبصورت خاموشيءَ واري وصف تي جڏهن سوچيان ٿو تہ پوءِ اهو سوال فطري طور تي اُڀري ٿو تہ جيڪڏهن ڪائنات جي سمورن عشقن جو اظهار خداموشين سان ٿيندو رهي ها تہ ڪنهن نئين نويل، الهڙ دل جي ڌڙڪنن جو دڪدڪو انهن ڌڙڪنن ۾ سمويل هزارن انوکن ولولن، نت نون احساسن جي بياني، ترجماني، ڪيفيت، محبتن جي لطيف لذتن سان آشنائي ڪيئن ممڪن ٿئي ها، زندگيءَ جي ڀرپوريت جو لطف، هن محبت جي وهندڙ گونگن آبشارن جي نغمگي، آڪاش تي جهرمر جهمڪندڙ تارن ڪتين ۽ ڪهڪشائن جي اُجرن پيچرن جون حسناڪيون، اکين کي وڻندڙ گلابن، رابيلن ۽ سورج مکين جي ڪيتن، محبوب جي انتظارن ۾ ڪنجندڙ يا وصال جي لمحن جون تراوتون خداوند ڪريم جي بحرِ بيڪران جون بيشمار ۽ لازوال وسعتون دل ۽ دماغ ۾ ڪيئن سمائجن ها انهن جاڳندڙن احساسن جي اُپٽار ڪيئن ممڪن بڻجي ها ۽ اگر

محبت جي اظهار جو اعليٰ اظهار خاموشي ئي هجي ها ته دنيا ۾ مقدس ڪتابن سميت ڪنهن به ڪتاب يا لکتين جو نالو نشان ئي نه هجي ها چڱايون، وڇوڙا، ميلاپ، محبوبي انگل آرا، رقابتون، رفاقتون، چاهتون ڪنهن ذڪر ۾ نه اچن ها ته ڪورن ڪاغذن تي ڇا لکجي ها محبت جي گدازيت جي اگر لفن ۾ اُپٽار نه ٿيل هجي ها ته امراؤ القيس کان اڳ ۽ پوءِ جا شاعر ڇاڪي بيان ڪن ها، پوءِ ملٽن، گوئٽي، شيلي، رانتي، رومي رحه، شيخ سعدي، حافظ، ڀٽائي رحه، محمود درويش، گرديو ٽيگور، حمل فقير، ڪبير، حاجي احمد ملاح، آڪاش، اُستاد کان منثار سولنگيءَ تائين شاعريءَ جو ڪارج ڇا بڻجي ها.

شاعر جو بنيادي محرڪ محبت ئي آهي ۽ پوءِ انهيءَ محبت جا سڪارتا رنڊا روڙيندڙ جيڪڏهن مجتائن جو اُجورو ماٺي ٿو ته سندس وجود جو ڪارج ان سماج لاءِ لاپاٽتو ليکجڻ لڳي ٿو.

اهڙين هجتن جو سفير منهنجو شاعد دوست منثار سولنگي جنهن پنهنجيءَ مختصر زندگيءَ سان گڏوگڏ پنهنجين لازوال محبتن کي پڻ ڳائي وڄائي، ونڊي ورڇي آخر راهه رباني ورتي، مونسان سندس ساٿ زندگيءَ جي اوائل کان ئي رهيو مان هن جي ادبي ۽ سماجي زاندگيءَ جو ساکي آهيان. هو پنهنجي ٻالڪپڻ کان ئي پنهنجيءَ ٻوليءَ، پنهنجي ادب ۽ سماجيت لاءِ ڪوشان رهيو جڻ ڪيس خداوند ڪيس تخليق ئي انهن ڪارجن ڪاڻ ڪيو هيو ۽ جيترا پساهه جيئرو رهيو هن پنهنجن انهن غرضن کي پل پل ارپي پنهنجي جيئڻ کي هڪ معنيٰ ڏني. اُتساهن جو آدرش بڻجي پنهنجي همعصرن ۽ پويان ايندڙ نسلن لاءِ متحرڪ زندگيءَ جا پختا ۽ واضع پيرا ڇڏيا آئون سنسد شاعريءَ جا اڪثر سندس واتان، ڪن مشاعرن ۽ نجي ادبي نشستن ۾ ٻڌندو هوس ان مان محسوس ڪندو هوس ته سندس من ۾، سندس هِردي ۾ هن ناهموار ۽ اڻ برابريءَ واري غير منصفانه معاشري خلاف لونءَ لونءَ ۾ ڪروڌ ۽ مزاحمت ڀريل هئي جنهن جو هن پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ هر جاءِ تي برملا اظهار هيئنئن ڪيو آهي.

ڪڏهن دل تي چاهيو لکان ڪو غزل
ڪڏهن گيت ڪوئي لکڻ تي گهُريو
ڪڏهن نڪتي وائي اندر مان ڦٽي
ڪڏهن بيت ٺمندي تي ڳوڙها ڳڙيو
مگر جو اندر ۾ هيو درد سو
اجان گهرو گهرو ئي ٿيندو رهيو

اُهو درد جيڪو اندر ۾ هيو
غزل جي لکڻ سان نہ پورو ٿيو
جڏهن روح ڪنهن جا رڙي تي پيا
تڏهن ساه من ۾ سڙي تي ڪچيا
ڏسان تو جڏهن مان هي ديوانگي
وڌي تي وچي من جي بيگانگي

انهيءَ ئي تخيل جي تسلسل ۾ هو اڳتي اجان هيئنئن لکي ٿو انساني وڏنڊڙ وحشي لاڙن کي ڏسي هيئنئن تڙپي چئي ٿو:

اهو درد دنيا ۾ ڪيئن آ وڌيو
اندر مان هي آواز اُيري پيو
اسان ئي تہ پاڻ آهي پيدا ڪيو
"منٺار"

ٻين تي ڪهڙو ڏوهہ ڏيون بس پاڻ ئي هون ڏاڙيل
پاڻ ئي پنهنجي ڌرتيءَ جي روز ڪيون ٿا ٻيبل
"منٺار"

مان سندس ساٿ ۾ رهندي ٻين ڳڻن سان گڏ جيڪا اهم خوبي منجهس ڏٺي سا اڄوڪي سماج ۾ تقريباً اڻ لڀ آهي جتي هرڪو خانيءَ خان ۽ آڪڙ ۾ ڦونڊبريو ٿو وتي اُتي ان معاشري ۾ منٺار وٽ جيڪا خود احتسابيءَ واري خوبي هئي اُها اڄوڪي انسان ۾ ورلي

ليندي هو پنهنجين اوڻائين کي فراخ دليءَ سان قبول ڪندو هو انسان خطا جو پتلو آهي ڪائنس جياپي جي سفر ۾ ڪوڙ ڪچايون ٿينديون رهن ٿيون پر عام انسان انهن اوڻاين کي اُنهن حقيقتن کي قبول ڪرڻ لاءِ بنهه تيار ناهي (هين جون غلطيون ته روز سجيندو ٿو رهي پر پنهنجين ڪُڌائين جي اعمال نامي کي قطعي هٿ ۾ وٺڻ لاءِ تيار ناهي) ۽ انهيءَ منافقت ڪري ئي هيءَ اسان جي اڄوڪي سوسائٽي منافقت جي ور چڙهي وئي آهي.

خداوند يسوع مسيح جڏهن نبوت جو اعلان ڪيو ته سندس نصيحت جي خاص نقطن مان اهم نقطو هي به هيو ته توهان ٻين مان جنهن رويي ۽ ورتاءَ جي پاڻ لاءِ اُميد رکو ٿا توهان پاڻ به ٻين سان اُهڙو ئي ورتاءُ ڪيو.

منٺار جنهن ميتا جي منصب ڏانهن وڌي رهيو هو ان کي هن هڪ ڏينهن مر ڪو نه ماٺيو هو هن ان مخدوميءَ کي ماٺڻ ڪاڻ نندپڻ کان ئي خادمي اختيار ڪئي هئي جيڪو مخدومي ماٺڻ جو اولين اصول جوڙيل آهي. مان ساٺس پنهنجي سٺ ۾ رکندي ڪيترن موقعن تي ڪائنس ناراض به رهيس ۽ ڪاوڙيس به پر هن ڪڏهن به واتئون ورائي مون کي جواب نه ڏنو هو بس، "جي سائين" "جي سائين" سندس زبان تي هوندو هو ۽ ڪيس سندس غلطيءَ جو احساس ڏياريندو هوس به هو جي سائين چئي وراٺيندو هو اها سندس عجيب ۽ پنهنجيءَ خوديءَ کي ماير مُڇ ڪرڻ واري عظيم خوبي هئي جا اڄ جي انسان ۾ مشڪل ۽ ناياب آهي هو ارڏي هئڻ سان گڏوگڏ پنهنجي نندي وڏي جو ايترو احترام دل سان ڪري ڄاڻندو به هو بس آئون ايترو چوندس ته هو عجيب شخص عجيب اوصافن جو مالڪ هيو بقول ڪنهن اردو شاعر جي ته:

*عجيب مانوس شخص تھا وہ، کہاں سے آیا کہاں گیا وہ*

هو سڪيو ستابو هوندي به اندر ۾ هزارين درد پاليندو رهيو سندس شاعريءَ سندس اُن پيڙائن جي شاهد آهي هن جي پوري شاعري سماج جي موجوده تصوير ۽ ان جي بي راهه رويءَ جي هوبهو عڪاسي آهي. هو سماج ۽ سنڌي سوسائٽيءَ جو مدهوشين ۾ رهندي به باهوش فرد ۽

باضمير تخليقڪار هيو. هو بقول شاهه سائينءَ جي ته:

ڳولهيان ڳولهيان مَ لهان شال م ملان هوت
من اندر جا لوچ ملڻ سين مائي ٿئي
"شاهه"

**يا**

سُکن واري سِڏِ مٿان ڪامون سين ڪري
اندر جنين آڏَ ڏونگر سي ڏوريندين

منهنجي روحاني مرشد واريءَ واٽ جو پانڌيئڙو رهيو هڪ هنڌ پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ هو انهيءَ منهنجي شاعري جي پر جهليندي پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ هيئن چوي ٿو:

ڪي دار تي لڙڪن ٿا، ڪي وهه تي وهسن ٿا
هي عشق ڪرڻ وارا ڪڏهن به مُڙيا ناهن

هڪ دوهي ۾ منهنجي سوچ جي تائيد ڪندي منٺار هيئن به اظهار ڪري ٿو ته:

مون ته نه چاهيو بادل برسن مون ته نه چاهيو مينهن
مون ته نه چاهي مند جهُڙالي تڏو نه چاهيو ڏينهن

يا هڪ ٻئي دوهي ۾ هو چوي ٿو:

عشق اسانجو سون سريکو عشق اسانجو سچ رڱو
پوءِ به الائي ڇو منزل تي هو پنهنجي ڪو نه پڳو

پنهنجيءَ نس نس ۾ بڪندڙ وفا جو ثبوت هن هيئن به ڏنو آهي ته هو سکن سان نه رڱو پر سورن سان به آخر تائين نڀائڻ وارو سرير هيو هو چوي ٿو:

سورن منهنجو ساٿ ڏنو آ جيئڻ آخر تائين
مان به اُنهن جو ساٿي ٿيندس، آهيان جيستائين
"منٺار"

هو پنهنجي ٻالڪپڻ کان ئي ادب، موسيقيءَ، ڳائڻ جو متوالو رهيو ۽ اهو ذهني لاڙو ڪيس ورثي ۾ مليو هو سندس خاندان جي ڪيترن بزرگن ۽ نوجوانن جن ساڻ منهنجي شناسائي رهي سي ٻئي فنونِ لطيف جي ڪنهن نہ ڪنهن شعبي سان سلهاڙيل رهيا مون کي ياد ٿو اچيم تہ سندس عزيز عبداللطيف جنهن جو نالو هينئر هن خاندان جي ڪنهن ننڍي فرد تي رکيل آهي سو پڻ پنهنجي دور جي ٻالڪپڻ ۾ پنهنجي ئي پاڙي ۾ ننڍا ننڍا ڊراما ڪندو هو چادرون ٽنگي اوڙي پاڙي جا ٻار گڏ ڪري انهن آڏو پاڻ ۽ پنهنجي پاڙي جي ٻارن کان ڪردار ڪرائيندو هو. آئون هڪ بہ دفعو ان چادرن ٽنگيل ڊرامي کي ڏسڻ اُن پاڙي ۾ ويو هوس، اُن بعد مرحوم محبوب سولنگي پڻ ريڊئي، ٽوني ۽ ٽي وي‌ءَ جي مرمتن واريءَ ڪرت سان واڳيل رهيو ان سان گڏوگڏ هو موسيقيءَ جو پارکو ۽ ٻڌڻ جو متوالو پڻ هو. سندس خاندان جو اجان وڏو جنهن منٺار کي ننڍپڻ کان ئي تاتيو ۽ نپايو سو هو مينهون خان ماڇي جو پڻ سنڌي تهذيب جو ويس وڳي اوڍڻ ۾ جيئري جاڳندي تصوير لڳندو هو هو بہ فنونِ لطيف واري شعبي سان سلهاڙيو رهيو. سنڌ جي ننڍي وڏي ميلي ملاکڙي جي جان هوندو هو. نمبولا کان وٺي ملهہ پهلوانن جي سرپرستي خدمت چاڪري ڪري وقت گذاريائين هو پڻ راڳ جو رسيلو هوندو هو آئون پڻ پهريون دفعو استاد منظور علي خان کي ٺٽو ديري ۾ مرحوم مينهين خان جي ميزبانيءَ ۾ ٻڌو هوم.

منٺار بہ پنهنجن وڏڙن جي انهيءَ ورثي کي سنڀاليندي اُنهيءَ ماحول ۾ پنهنجي جوڀن کي پهتو پر ڪيس جنهن اضافي ذات هن کي رنگ لاتو سا هئي منڊار جي شاعري. شاعري بہ ڪارج واري ناانصافيءَ جي هر وڏي ننڍي واقعي تي هو ذڪي پنهنجو اظهار شاعريءَ ۾ ڪندو هو. هو غزل ۾ چوي ٿو تہ:

هر گهڙي شمشان جيان گذري پئي
زندگي زندان جيان گذري پئي

تا ڏسئون تو ظلم ٿئي پر پوءِ بہ چپ
پنهنجي ۾ پڳوان جيان گذري پئي

هن جو هڪ "چري" جي عنوان سان نظم جنهن ۾ هُن هڪ مجبورين جي ڪٿا ڳُٿي آهي ۽ اُن کان اڳتي سندس ٻيو نظم لولي گولي پنهنجي سڪيءَ ستابيءَ ۽ امن جي مٺيءَ سان ڳوهيل سنڌ سان جيڪي هاڃا هينئر ٿين پيا ان جي هوبهو دردناڪ عڪاسي ڪئي آهي جا دل چيري دل کي تڙپائي ۽ سنڌ جي هڏ ڏوکين کي پڻ لُڇائي ٿي وجهي.

سندس ساريءَ شاعريءَ ۾، شاعريءَ جي سرجيل سٽ سٽ لفظ ۾ هن جو ورتاءُ پنهنجو آهي هن جا موضوع بہ پنهنجا ۽ هن جو (Diction) بہ پنهنجو آهي هن جو هڪ نظم "اڄ بہ اُتي پڻ بينظير شهيد راڻيءَ جي حوالي سان لکيل آهي سندس جي اُن شهيد سان وابستگيءَ ۽ جذباتي لڳاءَ جو شاعراڻو اظهار پڻ هڪ الڳ ۽ منفرد مقام رکي ٿو جڻ تہ هن اُن نظم ۾ اُن شهيد راڻيءَ کي ايندڙ وقت جي خطرن کان اڳ ئي آگاهہ ڪيو هجي، سندس گرد ويڙهل سازشي ٽولن ۽ مڪروهہ ماڻهن کان، هن سندس شهادت کان اڳ ئي هن نظم وسيلي آگاهہ ڪيو هو . هن جي سنڌ جي سيني نامور اديبن سان دعا سلام ۽ هُجت رهي، پر خاص ڪري آٿم ناٿن شاهيءَ، جنهن سان دلي نسبت هئڻ ڪري هن نئون ديري ۾ آٿم ادبي سنگت پڻ قائم ڪئي هئي ۽ پوءِ سائينءَ آٿم کان اجازت وٺي اُها سنگت سنڌي ادبي سنگت ۾ تبديل ڪئي ۽ پوءِ ساري ڄمار سنڌي ادبي سنگت جي تنظيم ڪاري ۽ ڪيس فعال رکڻ کان وٺي ادبي سنگت مرڪز جو پڻ اهم جز بڻجي ان جي جڻ تہ King Maker واري حيثيت اختيار ڪئي، مرحوم واجد منگي جو پروانو ۽ سندس پرستش جي حد تائين هن سان پيار ڪيو هن نندڙيءَ وهيءَ ۾ جيڪا سنڌ جي نامور اديبن تائين رسائي ڪئي اُن جو مون کي ڪو ٻيو مثال ڪو نہ ٿو سُجهي، هو جنهن نموني پنهنجي هڙان وڙان ڏئي پنهنجي

تڏي آيل ليڪڪن. شاعرن ۽ ٻين ذات ڏٽين جي خدمت ڪري خوش ٿيندو هو ان خدمت گذاريءَ ۾ سنڌ جو ڪو ٻيو اديب سندس برابري نـ ٿو ڪري سگهي هو بيگانو شاعر هو پنهنجي مزاج جو البيلو انوکو ۽ منفرد قلمڪار هيو منهنجي اُستاد بخاريءَ. آثم ناٿن شاهيءَ. وفا ناٿن شاهيءَ. يوسف سنڌيءَ ۽ ٻين ڪيترن سان اوائلي ويجهڙائپ صرف ئي صرف منثار جي ڪري ٿئي هئي آئون ڪيس جڏهن بہ فون ڪندو هوس يا خط لکندو هوس تہ مخاطب ئي من+ثار ڪري ٿيندو هوس.

هو مونسان 2010ع ۾ نئون ديري ۾ خادم حسين شاهاڻيءَ جي اوطاق ۾ رچايل منهنجيءَ سالگره واري تقريب ۾ لڙيءَ رات تائين گڏ رهيو. شايد قاضي قمر الدين صاحب. ڊاڪٽر خليل الله ۽ ٻين ڪافي دوستن سان شايد اها ڊگهي ۽ آخري رهاڻ رهي سندس يادن جا عڪس سين جي سيني ۽ دل يا ذهن تي اڃان بہ جڻ تازا اُڪريل ٿا لڳن منثار جو وڇوڙو ۽ وڇوڙي جو احساس مو ڪي جهوري ٿو وجهي نـ صرف ان لاءِ تہ منهنجي زندگيءَ ۾ سندس نـ هئڻ جو خال هميشہ رهندو پر نئون ديري جي سماجي، ثقافتي ۽ ادبي سرگرمين ڪي منثار جو ڪمهلو وڃڻ ڪاپاري ڏک رسائي ويو آهي، هو انهن سرگرمين جو روح روان هيو. هينئر آئون اُن جي شاعريءَ تي سرسري نظر وجهندي جڏهن سندس هي ٽيڙو ٿو پڙهان جنهن ۾ پنهنجي عدم جي واٽ وقت ڪان اڳ وٺي قضا جي سڏ ڪي لبيڪ چوندي هو اجل جي سڏ ڪي اکين تي رکي پنهنجن سنگتين، ساٿين ڪي چوي ٿو تہ:

آڏو آڏق نـ ڏي
آئون نـ رڪبس، ٿو وڃان
پويان سَڏَ نـ ڏي

"منثار"

هن شاعريءَ جي هر صنف تي ڀرپور طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ شاعريءَ ۾ وطن پرستيءَ، قوم پرستيءَ ڪي گهڻين ياڳي موضوع بڻائي هو يونءِ پرست شاعر هئڻ جو باخبر ۽ باضمير ڪوي ٻڌجي سنڌ جي

مزاحمتي جنگ جي هر اول دستي ۾ پاڻ کي شامل ڪري ويو آهي. ان کي پڙهڻ کان اُن جي سرٽيفڪيٽ وٺڻ جي ضرورت ئي ناهي رهي.

هو دنيا جي وحشيءَ ڏُر کي للڪاري للڪاري ڪيس نندي، مفادن جي جنگ وڙهندڙ ٽولي سان هينئن مخاطب ٿو ٿئي.

ايٽمي بارود
ٽيندي ڪڏهن اوچتو
دنيا هي نابود

**يا**

هَوسَ ۾ اچي
بُش دنيا جي مٿان
جنگ آ بچي

"منٺار"

بظاهر حسن، موسيقيءَ ۽ سرگرم ادبي سماجي ڪارڪن جي حوالي سان شهرت رکندڙ منٺار پنهنجي شاعريءَ جو وڏو حصو پنهنجيءَ سرتيءَ ڪانسواءِ پڻ پنهنجيءَ ڌرتيءَ سان حد درجي جي اُڪير، اُلفت ۽ عقيدتمنديءَ سان منسوب ڪري پاڻ کي پاڻ ئي امرتائن وارين امر ڌارائن سان مربوط ڪري ويو آهي ڪيس قوم پرست ڪوي هئڻ جي ڪنهن ڪان هينئر سند وٺڻ جي ضرورت ئي ناهي، بس سنڌ کي هڪ دفعو هُن جي شاعريءَ واري ڪتاب تي هڪ نظر وجهڻي آهي ۽ اُن کي ضرور پڙهڻو آهي ۽ ائين هڪ سانيهہ جي سُريلي شاعر جي روح کي تسڪين بہ ملندي ۽ سندس نور نچوئيل پورهئي کي اوس ميتا ازخود ملي ويندي ۽ ائين سندس زندگيءَ جي پهڻن پريل پنڌن تي پٿون ٽيل پيرن جا پڻ تڪ لهي پوندا هئس. هو پنهنجي ذات سان پنهنجي ڪاڻ آگهيءَ جي زور تي پنهنجي لاءِ اڳواٽ ئي هينئن چئي ويو تہ:

پير پيي زخمي هيا ۽ راه پيي پرخار هئي
زندگي چا تو پڇين تون بس رڳو آزار هئي

پاڻ کي ڪو هوش ناهي هوڏانهن دنيا وٺ رڳو
بحث جو موضوع اسان جي ذات ۽ ڪردار هئي

ڪيتري آرام سان هاڻي ستل آهي مٽيءَ ۾
جنھن تہ هيءَ سڀ زندگي اُن جي مٿان ڪو بارُ هئي
"منئار"

ع.غ. تبسم
13 جون 2001
ڪراچي

# تعارف

هن دور جي سنڌي شاعريءَ جي مهان ۽ سماجي سائنس جي ڏاهي مانواري محترم شيخ اياز پنهنجي ڊائريءَ جي هڪ ورق تي لکيو ته. "جيون ٿا ته شاعر فرشتو ناهي، پر اها به ته حقيقت آهي ته فرشتو به ته شاعر ناهي." منهنجي سولنگي انهيءَ عظيم سوچ جو جيئرو جاڳندو عڪس هيو ۽ افسوس ته ننڍڙيءَ ڄمار ۾ گهڻو ڪجهه ڇڏي ۽ لکي پنهنجن دوستن، ادبي ساٿين، چاهيندڙن، يارن دوستن کي اوچتو خدا حافظ چئي خالقِ حقيقيءَ سان وڃي مليو.

جيتوڻيڪ مان نه شاعر آهيان، نه اديب، نه محققن ۾ پنهنجو شمار ٿو ڪري سگهان ۽ نه ئي تنقيد نگارن ۾، پر اِها به حقيقت آهي ته شاعري منهنجي روح جي راحت آهي، جيون جي پهرين سالن ۾ ئي ننڍڙي ٻار جيان اکيون مهٽي شاعريءَ جي مهڪ محسوس ڪئي هيم ته سنڌس گلن وانگر مهڪندڙ ماڪ جي قطرن جو صبح سوير جي گهلندڙ هير جو لطف ورتو هيم ۽ اُنهيءَ هير سنڌ جي خوشبودار مٽيءَ سان ملي منهنجي من کي ناري ڇڏيو آهي. ازل کان ابد تائين منهنجو به انهن ئي گلن جي خوشبو وانگر هيو انهن ئي ماڪ جي قطرن جيان صبح جي ٿڌڙي هير وانگر مختصر عرصي لاءِ گهليو ۽ سيني جي من جو نار ٻٽيو. هي خوبصورت ماڻهو چڻ ته ازل کان ابد تائين دل ناڙ وارن انسانن جو سفير ٿي آيو هيو. سائين شيخ اياز چواڻيءَ، "برابر فرشتو ته نه هيو پر فرشتي جو عڪس ۽ شاعر ضرور هيو."

هر انسان پاڻ سان گڏ لاشعور ۾ ظاهري "پاڻ سان گڏ هڪ ٻيو "انسان" به گڏ رکندو آهي جيئن سنڌ جي ڏاهي امر جليل چواڻي ته

"ممڪن ۽ ناممڪن جي دائرن ۾ منهنجو جاڙو ڀاءُ مون سان ساڻ هوندو آهي. هو نہ مون کي اڪيلو ڇڏيندو آهي، ۽ نہ مان هن کي اڪيلو ڇڏيندو آهيان." منٺار جي من ۾ بہ هڪ ٻيو منٺار ساٿس سدائين ساڻ هوندو هو. پاڻ هڪ طرف اردن سان ارڏو تہ يارن سان يار. غلط ڪم ڏسي جملو ٺهڪائي ڇڏبو ڪٿي اڱيان ڪوئي ڪنڊار هجي تہ سندس اندر جو "منٺار" انتهائي سادو، پيار ڪندڙ عشق ۽ محبت جي ماکيءَ جهڙي ميٺاج سان ڀرپور، نماڻائي، نوڙت ۽ نياز سان ڀرپور.

سندس سادگي اڪثر اوقات ياد ڪري مون کي ڇرڪائي ڇڏيندي آهي ۽ سنڌ جي سهڻي ۽ سادي شاعر "استاد بخاري" جيان "منٺار جو عڪس ڇٽيندي نظر ايندي آهي تہ:

"ڪيڏو نہ آهي منهنجو هي انتخاب سادو
ڏاڍو وڻي ٿو مون کي حسن و شباب سادو
يا رب عطا ٿئي مون کي هڪ سادڙي ئي جنت
مان سادڙو مسلمان منهنجو ثواب سادو"

منٺار – منهنجو پيار من جو ٺار ۽ ننڍڙو يار، سيني چاهيندڙن، دوستن، يارن ۽ دلدارن کي اچانڪ ڇڏي ويو. ننڍڙي ڄمار ۾ سندس وصال مون لاءِ صدمي کان گهٽ نہ هو. خوشيءَ، غميءَ، مشوري، مصلحت ۾ سدائين مون سان گڏ هو. طبيعتن مون سان سندس تعلق سندس ننڍڙي ڄمار کان ئي رهيو. هر معاملي ۾ مون سان تعلق مون لاءِ اعزاز جو باعث رهيو ۽ رهندو.

"منٺار" سچي سنگت لاءِ محبتن جي ڳانڍاپي جو مضبوط سبب هيو. الله سائين سندس ٻچڙن کي شاد ۽ آباد رکي، سندس خاندان ۽ ٻچڙا سدا شاد ۽ آباد هجن... آمين.

**قاضي قمر الدين**

ڪوئي ڪنهن جي پانهن ۾،
آءُ اڪيلو راهن ۾،

پهچي سگهيس نہ ڪناري تي،
گذريو وقت صلاحن ۾،

مون جهڙي آزاد پکيءَ کي،
جڪڙيو يار ادائن ۾،

ڪونہ مليو آ ڳولهيو آ مون،
هو گهنگهور گهٽائن ۾،

ٻاهر ايندين وڪري ويندين،
تون منتار هوائن ۾.



گَڏُ هُيا جي قافلا گم ٿي ويا،
راهه ۾ سڀ راهنما گم ٿي ويا.

تون نہ ڇَڏِ هن ڳوٺ کي ڪجھ ڏِيانُ ڏَرِ،
شهر ۾ اڳ ڪيترا گم ٿي ويا.

آجپي جي روشني ڏس آن ڪٿي؟
تو کي ڳولهڻ جي ويا گم ٿي ويا.

خواهشن جي پيٽ ۾ منٿار ڪان،
پيار جا سڀ پيچرا گم ٿي ويا.



آخر جيون مان گذري ويندا هن،
پل هوا جيان اڏري ويندا هن.

تنهنجي نيڻن جا منظر سي مٺي،
من تي نقش جيان اڪري ويندا هن.

ساده دلي ڏسجو جن آ درد ڏنو،
مون ڪان سي ماڻهو وسري ويندا هن.

پاڻ وڃائي پو ديوانا تنهنجا،
تنهنجي نگريءَ مان نڪري ويندا هن.



گھلندڙ هوا،
وڻندڙ هوا.

مٽيءَ سان،
اڏندڙ هوا.

دونهن ۾،
دکندڙ هوا.

مون سان گڏ،
رلندڙ هوا.

وڻن سان،
وڙهندڙ هوا.



منهنجي دنيا توهر جهڙي تنهنجي دنيا رنگ رتول،
پنهنجي روپي روپ منجهان ڪجهه گل ڪٽي وجهه منهنجي جهول.

سر سنگيت ۽ ساز سمورا ڇيڙياسين پر ڪجهه نہ وريو،
پو بہ رهيو هي من ويڳاڻو پو بہ حياتي رهي ملول.

هيل بہ من جي ڌرتي پنهنجي تاساري بس رهجي وئي،
هيل بہ شايد ڪو نہ پيا هن ياد اوهان کي پنهنجا قول.

منهنجا گيت پڪارون بڻجي در تنهنجي تي آيا آهن،
سٺي صدائون تن جون سڄڻي پنهنجي دل جا در تون کول.

ميلي ۾ منتار اڪيلو ايئن لڳو ڄڻ گم ٿيل ٻار،
هن تہ وڃايو پاڻ مٺي پر پڌرا ٿي پيا تنهنجا پول.



تنهنجي مک جو تر جانان!
منهنجو آ دلبر جانان!

تون تہ ڪنول آن ڪينجهر جو،
۽ مان ها سينور جانان!

دک جو دل ۾ ٻج ڇٽي،
هجر جو ڏين ٿو هر جانان!

ڪاٿي جڳ ۾ جوڳيئڙن جو،
هوندو آهي گهر جانان!

هاڻ تہ ٿا ارمان اجهامن،
هاڻ تہ مون ڏي ور جانان!



چو گلن سان ساڻ آهين،
تون ته خود سرهاڻ آهين.

مان ڪري سگهندس پلا ڇا،
پاڻ ئي واڪاڻ آهين.

مان ڪپر کو اوپرو،
تون مٺا مهراڻ آهين.

هيڪلو آهيان توڙي جو،
تون سدائين ساڻ آهين.

ٻاهران خوش تو لڳين،
من اندر مانڌاڻ آهين.



اندلٺ پنهنجا رنگ پکيڙيا،
ڪوئل گيت گلابي چيڙيا.

اهڙي مهڪيل موسم ۾ ٻي،
مون تہ رڳو هن ڳوڙها ميڙيا.

پاڻ سبيا ها صبر سان جيڪي،
يارن سي ئي ڦٽ اڌيڙيا.

سوئي اڄ الزام ڌري ٿو،
جنهن لئہ جڳ سان جهيڙا جهيڙيا.

هر هڪ هنڌ منٺار سدائين،
حق ۽ سچ جا جهنڊا کوڙيا.



ذلتون رُسوائيون چارئي طرف،
پاڻ لئہ اونداهيون چارئي طرف.

تو سوا من جي شهر تي اي مني!
غم گهٽائون ڇانئيون چارئي طرف.

آءٌ تنهنجي محفلن ۾ اوپرو،
ٿيون لڳن تنهائيون چارئي طرف.

گم ٿيان ٿو دوستو آواز ڏيو،
عشق جون رعنائيون چارئي طرف.

مان ٻڏي پيو تو پيئان رس عشق جو،
عشق جون گهرائيون چارئي طرف.



ڪيڏو تو لئہ ترسيا نيڻ،
بادل بڻجي برسيا نيڻ.

مان تہ اتي ئي بيٺو آهيان،
ڪنهن سان تنهنجا ٽڪريا نيڻ.

توکي هن منٺار پيارا،
پنهنجا آهن ارپيا نيڻ.



اجارين اڪين جي تڏهن اچ وڌي ٿي،
جڏهن اپسرا پنهنجو چهرو ڍڪي ٿي.

سچو ڏينهن ڪڙڪيءَ کي ڪولي ٿي ويهي،
خدا ڄاڻي ڪنهنجون هو راهون تڪي ٿي.

جڏهن هن سان پنهنجو تعلق نہ آهي،
تہ پو دل ڇو پنهنجي هي آهون ڀري ٿي.

هي سپنو هيو ساپيا ڪا نہ هئي،
جڏهن مون ڏٺو هوءَ مونکي سڏي ٿي.

ڪٿان جو اچي تون ڪٿي پهتو آهين،
غزل جي تقاضا ٻيو ڪجھ گهري ٿي.

ڪٿي منزلن کان ٿيي ويو تہ ناهين،
حياتي جتي هٿ پنهنجا ڪڍي ٿي.

اتي تون اي منٺار اچ ڀي رهين ٿو،
جتي ڪوڪ ڪوئل جي گهٽجي وڃي ٿي.



تون چو ايڏو اوپري،
آءُ اوري پوپري.

تنهنجي لئہ سر تي کنئي،
مون گلا جي ٽوڪري.

جيترو تون پر پرو،
ويجهڙو چڻ اوتري.

دل ڪٺي منٺار وئي،
شام جهڙي چوڪري.

ڪاش تنهنجي پي هجي ها،
مون جيان دل موڪري.



هر ڏسا هر موڙ تي طوفان آهي،
وچ ۾ ڦاسي پيو انسان آهي.

ڪيترو انسان ڪيو نقصان آهي،
خود خدا ان ڳالھ تي حيران آهي.

تون تہ چمڪين ٿي سدائين چنڊ جان،
پر مٺي پنهنجي وهي ويران آهي.

زندگيءَ جي رڻ ۾ سمجهي ڇانوَ جا،
منهنجي لئہ شاعري شمشان آهي.

پل جان پڙھ اتهاس جا سارا ورق،
روشني بس شاھ جو ديوان آهي.

اڄ وري منٺار جي من ۾ مٺل،
بيوفا جي ياد جو طوفان آهي.



جڏهن ته گهرو گهاءُ آهي،
شاعري بس سوداءُ آهي.

مون ٻڌو تنهنجو غزل،
بس رڳو ورحاءُ آهي.

هن زماني جو ال ڪان،
عشق تي پهراءُ آهي.

لوڪ سان اهي رکيو چاء،
تنهنجي سنگ تي ساءُ آهي.

شاعري منتار بس،
پيار جو ڦهلاءُ آهي.



گيت ڦهلاءِ روشنيءَ وانگي،
جو لڳي دوست زندگيءَ وانگي.

پيار ۾ ڇا ته موڙ آيو آ،
تون سڏين ٿو ته ٽڪٽڪيءَ وانگي.

ڇو ڀلا تنهنجي گهٽي مون کي لڳي،
اڄ ڏني شهر جي گهٽيءَ وانگي.

موت ڪانپوءِ ته ساهه ۾ سانديي،
پيار پل ڪر مگر مٽيءَ وانگي.

سا ته ڏس منتار ڪاڏي ويئي ڇڏي،
گڏ هئي تو سان جا شاعريءَ وانگي.



چو پلا خاموش آهيون،
جڏ تہ ٿئي مدهوش آهيون.

هي تہ محبت آ ازل جي،
تون ۽ مان ٿئي پوش آهيون.

چو ميارون ايتريون،
دوستو مدهوش آهيون.

سي ستم سمجهون پيا،
ها اسين باهوش آهيون.



هڪ درد هيو دل جي اندر هڪ آڳ هئي هن ڇاتيءَ ۾،
افسوس جوهڪڙولمحو پيي سک ساڻ ڪٽيونہ حياتيءَ ۾.

تو باھ ڏني هن بستيءَ کي پر قوم جي همٿ ڪا نہ سڙي،
سا اڄ پيي قائم دائم آ ، جا آس هئي آزاديءَ ۾.

تو منهنجي بدن تي جهير ڏنا هن لوڪ ڇيو تو ظلم ڪيو،
هيءَ دنيا سمجهي ٿا سگهندي ڪيڏو قرب هو تنهنجي ڪاتيءَ ۾.

ان وقت ويا ڪيڏانهن لڪي جنهن وقت ڇيئون سنڌ ٽڪرا ٿئي،
ان وقت تہ مون کي ائين لڳو ڄڻ ساھ نہ ڪنهن ساٿيءَ ۾.

هي رم جهم رم جهم بوندن جي هي ڪتڪائي هن ڪڪريءَ جي،
ڪاش وجي منٺار ملي موسم هن مذماتيءَ ۾.



جي پيار هيا ڪلهہ سيني ۾،
سي سڙي ويا سڀ ڪيني ۾.

•

هي ڄاڻان ٿو هوءَ اڃڻي آ،
پر ڪهڙي ماهہ مهيني ۾.

ڏس ڪيئن پڄي ڪو ساحل تي،
هت ڪئين سوراخ سفيني ۾؟

تون شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪرين،
جي پاڻ ڏسين آئيني ۾.



سهارن جڏهن روح زخمي ڪيو،
سهارن تڏهن مون کي وهمي ڪيو.

چون ٿا جمهوريت اڃان آ نئين،
حقن لاءِ اظهار سهمي ڪيو.

اهو ئي امر آ ، امر ئي سو رهندو،
جهنڊو جهد ۾ اونچو جنهن پيي ڪيو.

اڳي پو انهن جو ڪبو انت آخر،
اوهين گڏ هتي پل جان وحشي ڪيو.

خوشيءَ سان زمانو ڪرڻ ئي نہ ڏي ها،
تڏهن پيار منتار ترپي ڪيو.



هاءِ پنهنجي زندگي،
جڻ تہ آ شرمندگي.

يونءَ ڪي پيلن پيا،
۽ هتي سڀ ڪي مڱي.

قوم آ سمجهي وئي،
ليڊرن جي هر ٺڳي.

موڙ تون منتار پڏ،
جنگ جي گهنٽي وڳي.



هي زخم جدائيءَ جا ڪنهن جام پِريا ناهن،
تو لاءِ مرن ٿا جي ، سي رند چريا ناهن.

سر هاءِ سمورا سڪي ويا ۽ پکي پکڻ ييي اڏي ويا،
جي پر ها سر تان بچي ويا سي ييي تہ وريا ناهن.

ڏس پاڻ جلائي مون ، آ عشق جو مچ مچايو،
تو ڪان تہ مٺا ڪڏهين ڪي ٻنڙي ييي ديپ ٻريا ناهن.

هن ٻاهن جي طوفانن ۾ آ ڪير بچو مون کي ناهہ خبر،
ڇا خواب مٺي تنهنجا سچ ڏس تہ سڙيا ناهن.

هي درد پراڻا ساٿي هن سي سمهندا منهنجي ڇاتي هن،
جي منهنجي گهر جا پاتي هن سي مون تہ تڙيا ناهن.

ڪي دار تي لڙڪن ٿا ڪي وهہ تي وهسن ٿا،
هي عشق ڪرڻ وارا ڪڏهين بہ مڙيا ناهن.



لوڪ چوي ٿو لاهہ آهي،
هو تہ وڏو گمراهہ آهي.

هاڻ لٿو آ ڪرسيءَ تان،
هاٿي بڪ ۾ پاهہ آهي.

روز نوان ٿو رنگ مٽائي،
ڪهڙو تنهنجو چاهہ آهي.

ڪنهن ٻيي موڙ تي تنها ناهيان،
درد سدا همراهہ آهي.

ٻن دلين جي وچ ۾ وهندڙ،
ريتن جو درياهہ آهي.



اسانجي عشق جا قصا ٻڌڻ وارؤ ٿڪي پوندوءَ،
انهن قصن ڪهاڻين تي کلڻ وارؤ ٿڪي پوندوءَ.

وڃو گهر ڏانهن موٽي ۽ ڇڏيو واري اڏارڻ،
سواءِ ڪنهن سبب جي اي رلڻ وارؤ ٿڪي پوندوءَ.

اهي جي قافلا آهن سيئي رڻ جي سفر تي هن،
اوهان تن پوئتان پاڳل ڀڄڻ وارؤ ٿڪي پوندوءَ.

مري اڳ ئي ويا هن جي شماري سي نہ ٿا سگهجن،
اوهين نئين سر محبت ۾ مرڻ وارؤ ٿڪي پوندوءَ.

چون ٿا جو اڳي منٺار هو سو اڄ مري ويو آ،
نہ زندهہ سو ملي سگهندو پڇڻ وارؤ ٿڪي پوندوءَ.



جهڙالي جي مند ۾ رسامي جون ڳالهيون،
ڪرين امن ۾ ٿي هنگامي جون ڳالهيون.

ٻين سان محبت جا مسئلا ٿي ڇيڙين،
اسان سان رڳو پنهنجي مامي جون ڳالهيون.

اسانجي محبت سموندڻ جون ڳالهيون،
اوهانجي محبت آ ڪامي جون ڳالهيون.

اسانکي ڪپن ٿيون محبت جون ڳالهيون،
پتل جون نہ پيارا نہ ٽامي جون ڳالهيون.



وري ٿو هٽين تون دلين تي  چو ڏاڙا،
سهي ڪير سگهندو تنهنجا سونهن کهاڙا.

جڏهن وار ڪولي گهمي تي گهٽين ۾،
تڏهن ئي لڳن ٿا زنده هيءَ پاڙا.

خدا تن جي خلقڻ جي ڪهڙي ضرورت،
ڇمڻ کان مرڻ تائين رهن جي اگهاڙا.

ڇون ٿا ته منٺار گيتن ۾ تون،
ڏنا هن اسان کي . رڳو ٻول ٻاڙا.



شايد پنهنجي گهر ۾ ناهي،
خوشبو جو آڳر ۾ ناهي.

جنهن منظر ۾ مان گم آهيان،
هوءَ ته ان منظر ۾ ناهي.

هوءَ ئي اس ۾ ڪڪري آ،
هوءَ ئي ساڻ سفر ۾ ناهي.

عشق سٽن ۾ الجهائين پيو،
برهه ته ڪنهن به بحر ۾ ناهي.

تيسين آهه لباڙ رڳو،
جيسين عمل اکر ۾ ناهي.

صدين جا اوجاڳيل لوڪو!
سورج هن سحر ۾ ناهي.

هڪ ڏينهن هن منٺار جو پڏندوءَ،
جيئرو پنهنجي گهر ۾ ناهي.



اجايو اسان سان نگاهون ملائيہ،
اجايو اسان تي هي خلقون ڪلائيہ.

نہ هئي ساڻ هلڻو تہ اڳ ۾ ڏسين ها،
اڪيلو اسانکي رٿن ۾ رلائيہ.

رکين ها پرم ڪجھ زماني جي اڳيان،
وفائون ۽ واعدا مٽيءَ ۾ ملائيہ.

هجئون ها هتي ڳولهيون پاڻ کي ها،
زمين تان ڪٽي آسمان تي پڄائيہ.

محبت ۾ منتار ڪي چا ڏنو تو،
پ تي خواب ڏئي پاڻ تن ڪي جلائيہ.



هر گهڙي شمشان جيان گذري پئي،
زندگي زندان جيان گذري پئي.

راس آئي ڪين ڪا جنهن کي خوشي،
پنهنجي ان انسان جيان گذري پئي.

تو مڃي محشر گهٽين ۾ ڪو ڏسي،
هوءَ وري طوفان جيان گذري پئي.

اڄ بہ تنهنجي ياد دل جي پيچرن تي،
ڪنهن اڻل انسان جيان گذري پئي.

تا ڏسئون تو ظلم تئي پر پو بہ چپ،
پنهنجي پي پڳوان جيان گذري پئي.



درد دل کي ويا تي وڪوڙي پرين!
پاڻ منهنجي ڇڏيندءَ اڪوڙي پرين!

هڪ دفعو دل جو شيشو ٽڪر تي ويو،
ڪو نہ جڙندو يلي ڏس تون جوڙي پرين!

تنهنجي چاهت اڏمئو ڪري آ ڇڏيو،
ڪير ناتا وري ڪنهن سان جوڙي پرين!

ها بحر هي دنيا جا تہ اڪري پڳس،
تنهنجي ويسهہ ڇڏيو مونکي ٻوڙي پرين!



سياري جي سرد هوا ۾،
ڪيڏا ايريا درد هوا ۾.

تنها تنها ٽيندا سپ،
ڪڪ پن ٽيندا فرد هوا ۾.

هلڪا ڦلڪا وکري ويندا،
ڳورا بيهندا مرد هوا ۾.

هڪ ڏينهن ٻڌندين آزاديءَ جا،
پونءِ تي پرندا ورد هوا ۾.



پل صراطون پيار جون اکري پڳاسين،
پر دنيا جي پيڙ ۾ گم ٿي وياسين.

هاڻ ڏس تون ئي سجائين ڪو نہ ٿي،
اڳ اسان اهڙا مٺي ڪاتي هئاسين.

تو نهاريو هو جڏهن ان ڪان اڳي ئي،
پاڻ تنهنجو پيچرو مٽيا هئاسين.

سڀ اهي بڪواس هاڻي ٿا لڳن،
چاهتن جا گيت جيڪي پيي چياسين.

ان پڇيو آوارگيءَ جو آ سبب،
جنهن ڪري منتار راهن ۾ رلياسين.



هو اجان تائين هوائن جي پٺيان آ،
پاڻ ئي پنهنجي سزائن جي پٺيان آ.

لوڪ ئي ڇاڻي تہ ڪيڏو لوڪ هت،
ڪيترن ڪوڙن خدائن جي پٺيان آ.

هر گهڙيءَ هر گام تي ڄولهيون اٿئين،
پو بہ آ پڳلو وفائن جي پٺيان آ.

گهور سان گهايل هزارين تي ڪرين،
ڇا تنهنجي پياري نگاهن جي پٺيان آ.

هو تہ سچ جي راز کي سمجهي ويا،
قوم هيءَ ڪهڙين ڪٿائن جي پٺيان آ.

مونکي هڪ منٺار تي افسوس آهي،
اڄ بہ هو چنچل ادائن جي پٺيان آ.



هوءَ سدائين نينهن تي ناراض آهي،
هي بہ هن جي عشق جو انداز آهي.

هر طرف محشر مچائي تي چڏي پئي،
روز هن جي سونهن جو نئون نڪورو ناز آهي.

پاڻ کي ويڙهي نقابن ۾ گهمي ٿي،
چڻ ڳجهو قدرت جو ڪوئي راز آهي.

تنهنجي نيڻن مان تميا ڳوڙها ڇو ايڏا،
مون تہ ڪو ڇيڙيو نہ دل جو ساز آهي.

ڇا خبر منٺار ڪهڙي خيال ڪان،
جڳ ڇڏي هن جو ٿيو همراز آهي.



زندگي غمناڪ آهي،
توکي ڪو ادراڪ آهي.

جنهن سان تنهنجو واسطو آ،
سو وڏو چالاڪ آهي.

سڀ رڱيل هٿ خون سان هن،
ڪير آ جو چاڪ آهي.

هن حياتيءَ جو تصور،
اڄ به عبرتناڪ آهي.

هو نه اڇڙو آ نه ايندو،
پو به ڪوليو تاڪ آهي.



هيءَ منهنجي وحشت آهي،
تو کي جو نفرت آهي.

تو کي ياءُ لئہ پرم گهٽا هن،
ءَ پيڻ لئہ غيرت آهي.

آ ڪيئن وتي پوشاڪ نئين،
تو کي ان تي حيرت آهي.

رات جي اوندھ جهڙي ڪاري،
پنهنجي ئي جو قسمت آهي.

گهٽو پيئڻ جي گهٽو روئڻ جي،
پنهنجي پراڻي عادت آهي.

عشق ڏسين منتار کي تون ٿو،
عشق تہ ان جي عبادت آهي.



هي پرين منهنجون سزائون گهٽ نہ ٿينديون،
تيز تر ڏک جون هوائون گهٽ نہ ٿينديون.

ٽوڙو ان تي ڪڏهن سوچيو اٿئي،
عمر سان تنهنجون ادائون گهٽ نہ ٿينديون.

مان تہ ٿڪجي چور ٿي آهيان پيو،
ڇا اجان تنهنجون جفائون گهٽ نہ ٿينديون.

جيسيتائين آ هتي مولا حسين،
تيستائين ڪربلائون گهٽ نہ ٿينديون.

تون وري پل جان پوڪ منٺار ڪي،
هن وڻان تو لئہ وفائون گهٽ نہ ٿينديون.



هن پيار تي ڪيڏا پهرا هن.
رنگ عشق جا پو يي گهرا هن.

هر روز نئين تنهنجي شڪل لڳي،
هر روز نوان تنهنجا چهرا هن.

رڳو آءٌ نه تڪڙو ناهيان پرين!
هي اڌما پيي نه اپهرا هن.

منثار جا سارا گيت غزل،
تنهنجي سونهن جا سائين سهرا هن.



جي تو چاهين زندگيءَ ۾ آجپائي،
تہ پڙهہ وري ها پڙهہ وري ٻيهر پڙهائي.

هي اڳي ئي فاصلا تين تا تمام،
۽ اڃان مون وک ئي ناهي وڌائي.

چون ٿا شاعريءَ ۾ عاشقيءَ جو دور آ،
ڪرين ٿو ڳالهہ تون سنڌ جي اڃائي.

جيئن ڏسين ٿو هي وڏي هڪڙي خدائي،
تيئن اسان جي عشق جي پڻ آ خدائي.



پير ٻئي زخمي هيا ۽ راهه ٻئي پرخار هئي،
زندگي ڇا ٿو پڇين بس رڳو آزار هئي.

پاڻ کي ڪو هوش ناهي هوڏانهن دنيا وٽ رڳو،
بحث جو موضوع اسان جي ذات ۽ ڪردار هئي.

پنهنجي دل ڪان پاڻ پڇ منهنجي فنا ٿيڻ جو سبب،
موت منهنجي جي وجهه تنهنجو پرين انڪار هئي.

ڪيتري آرام سان هاڻي ستل آهي مٽيءَ ۾،
جڻ ته هيءَ سڀ زندگي ان جي مٽان ڪو بار هئي.

جيستائين هو زنده آڱريون ماٿهن ڪنيون،
۽ مرڻ ڪانپو وري منٺار ئي منٺار هئي.



پيار تي پڇتاءُ ڇا لئہ تو ڪرين،
گرڙ ۽ غوغاءُ ڇا لئہ تو ڪرين.

حالترن رهنديون نہ آهن هڪ ڪريون،
دوست تون سوداءُ ڇا لئہ تو ڪرين.

هو تہ چپ ۾ چاهتون ماڻي ويا،
تون ترائي تاءُ ڇا لئہ تو ڪرين.

جو نہ آ ممڪن انهيءَ تي زور ڇاجو آ يلا،
سير ڪي ڏس پاءُ ڇا لئہ تو ڪرين.

زخم دل جا تون ڇُتَڻ ڏين ڇو نہ ٿو،
روز گهرو گهاءُ ڇا لئہ تو ڪرين.

بس رڳو هڪڙو سِسيءَ جو سوال ٿي،
رنج ڏرتي ماءُ ڇا لئہ تو ڪرين.

مون ڇيو منتار ڪي ڪجھ سمجھ ڪر،
درد ڪي تون آءُ ڇا لئہ تو ڪرين.



سڀ هيا پنهنجي گناهن ۾ غرق،
آ نظر نہ آيو تن ۾ ڪو فرق.

هر خوشيءَ کي ٽڪ هٽي ڏرتي گهرئين،
هي هيو ڇڻ هڪڙي مارل جو مرڪ.

عشق جو سارو ڪتاب آهي پيو،
مون پڙهيو آ مس اڃان هڪڙو ورق.

تون ڪلين ڪنوٽيون ڪلن ڇڻ اپ متي،
تون هلين هارين گلابن جو عرق.

دوستن ائين ڏسي مرڪي ڏنو،
ڇڻ ڪئي منتار محبت آ ترڪ.



دل تي ڇاهي سنڌ جو ماتم ڪيون،
۽ سيئي پنهنجون اکيون آگم ڪيون.

پاڻ ۾ گڏجي هلئون سڀ ڇو نہ ٿا،
ٿورو ان تي مشورو باهم ڪيون.

هن تہ آدم ٿيڻ ئي ٻيلي ڇڏي،
ڇو نہ پيدا نئون وري آدم ڪيون.

بيوفا تون اي پرين منڍ کان هئين،
بيوفائيءَ جو سنڌ ۾ ڇا غم ڪيون.

ياد آئي آ ستمگر جي وري،
غمزده دل جو وري عالم ڪيون.

لوڪ هي حيران ٿي پو ٿو پڇي،
ڪيئن اکيون منتار هن پرنم ڪيون.



هو جڏهن تورو نهاري ٿي وڃي،
مرڪندي سڄ کي اياري ٿي وڃي.

ناخدا ڪوئي نہ آهي سير ۾،
ناو هيءَ ڪنهنجي سهاري ٿي وڃي.

ناز ءِ انداز سان من جي اندر،
عشق جا آڙاهہ ٻاري ٿي وڃي.

درد هن آرام سان دل ۾ ستل،
هو وري تن کي اٿاري ٿي وڃي.

قيس ناهيان ڇا ٿيو عاشق تہ هان،
ڏيِ ڦٽن ٿا هو بيهاري ٿي وڃي.

قبر ۾ منٿار شايد پيار تس،
ايترا جو گل پٿاري ٿي وڃي.



تن ڇُور سهي پنڌ ڏور سهي ۽ راهہ بہ پل جان خار هجي،
پر پوءِ بہ پهچبو منزل تي جي ساٿ اوهان جو يار هجي.

هي هار مبارڪ ٻانهن جا، هي هار سلامت شال هجن،
ٻولن جو هجي ڪانٽن جو هجي مون لئہ بہ تہ ڪوئي هار هجي.

ان لاءِ چوان ٿو سوچي هل سوراخ گهڻا تنهنجي ٻيڙيءَ ۾،
ڏس ڇا ٿيندو پو تنهنجو جي درياهہ پيي تارون تار هجي.

هي صبح جا دلڪش منظر سڀ ٿا جيون کي اتساهہ ڏين،
هر صبح تنهنجو ديدار هجي ۽ پهرين پکين جي اڏار هجي.

مان پاڻ ٻڌايان پنهنجي سزا جي صاحب ٿورو ڏيان ڏيو،
مون لاءِ وٺو ڪو وهہ جو هجي يا سينگاريل ڪو دار هجي.

ڪنهن يار ڇيو هي جان ڏيڻ سولي تہ نہ آ ڪو ڪئين ٿو ڏي،
مون ڪيس ڇيو آ سولي تڏهن جي چوڌاري ڦٽڪار هجي.



هي ليڊر نام جا ليڊر ٿي تقرير نہ ڏس ڪردار ڪي ڏس،
هي چاهن ٿا مدهوش رهون ۽ چوري بنگلو ڪار هجي.

تاريخ تہ سچ ڪي سچ چوندي ۽ ڪوڙ ڪي چوندي ڪوڙ سدا،
تاريخ نہ بخشيو ڪنهن ڪي ڪڏهن پل جاني يا منتار هجي.

---

* اياز جاني (منهنجو دوست)



سونهن جي سنسار ۾ گم ٿو ٿيان،
مان انهي ويچار ۾ گم ٿو ٿيان.

ايترو ڇو پيار مون کي پئي ڏئين،
مان تُوري پيار ۾ گم ٿو ٿيان.

وار ڇوڙي آئينو پئي ٿي ڏسين،
مان سنده سينگار ۾ گم ٿو ٿيان.

جيتريون آهن سيئي تيون پيار ڏين،
حسن جي بازار ۾ گم ٿو ٿيان.



زلزلا زلزلا زندگي زلزلا،
ڏس اڃان هن گھڻا عشق جا مرحلا.

مون گھٽائڻ گهريا تو وڌائڻ گھريا،
بس وڌي ويا ائين وچ جا فاصلا.

مان مسافر اڪيلو ئي رهجي ويس،
منهنجي سامهون ويا ڪيترا قافلا.

دوستو هي ساڳيو ئي منزل آ،
جنهن جا سڀ سان هئا سنگتون سلسلا.



زندگي پي بار ٿي محسوس ٿئي،
تو سرا آزار ٿي محسوس ٿئي.

تو چيو هوءَ ڪجھ به ناهي،
هوءَ ته هڪ سنسار ٿي محسوس ٿئي.

خوبصورت ڪنهن فلم جو،
اڄ ته هوءَ ڪردار ٿي محسوس ٿئي.

ڪڏهن پراڻو پيار ٿي محسوس ٿئي،
ڪڏهن نئون آزار ٿي محسوس ٿئي.

ڪڏهن گلن جو هار ٿي محسوس ٿئي،
ڪڏهن ته بس ڪي خار ٿي محسوس ٿئي.



دوست ! پنڌ ۾ چرو هنيو تئي،
برهه ۾ بيحد برو هنيو تئي.

شايد ڪا املاڪ ملي تئي،
شهپر تاڻي ترو هنيو تئي.

ان ۾ آخر پاڻ ئي ڪرندين،
جيڪو مون لئه چَرو هنيو تئي.

تڏهن اي منٺار تو وقلين،
وسڪيءَ بدران ٺَرو هنيو تئي.



ها اهو ئي عشق جو اظهار آهي،
تو ڏنو مرڪي اهو ئي پيار آهي.

مان ڳڻي سوچي سڄڻ تڪجي پيس،
واسطو تنهنجو گهڻو ءِ وڏو وهنوار آهي.

مرڪ تنهنجي ڪوڙ ئي معنيٰ رکي ٿي،
مرڪ سمجهڻ تنهنجي پڻ دشوار آهي.

ڪوڙ جي سنگين سيني ساڻ روڪئين،
مان تہ سمجهان پڪ اهو منٺار آهي.



عشق جو امام آهي،
پر رَهيو گمنام آهي.

ڪو نہ ڪنهن پر آ جُهڪيو،
سَچَ کي سلام آهي.

مُرڪندي تڏهن چڙهن تا،
وارَ ۾ دَوامُ آهي.

ڪنهن چَيو رَهزن وڏو آ،
ڪنهن چيو گُگدام آهي.

چمڪندڙ نعارن ۾ قاتل،
ملڪ جو عوام آهي.



فيض تنهنجو عام آهي
ڪُتل هي غلام آهي.

ڪنهن نہ چاهيو آهي نڪرڻ!
ڇا تہ تنهنجو دامُ آهي!

صد شُڪر جو پاڻ تي،
عشق جو الزام آهي.

تنهنجي لطف و ڪرم جو،
فڪر صبح و شام آهي.

عشق جو معراج آهي،
حُسن هم ڪَلامَ آهي.

هي اُهو منتارُ تَو جو،
برهہ ۾ بدنام آهي.



سونهن پنهنجي سانوار آچين پيو،
ڏرتيءَ ۾ چانورا آچين پيو!

چڻ پرائي سونهن تي جو سي اڳيان،
بي ڏڙڪ تي بانورا آچين پيو!

هن غم جانان ئي آ ماري ڇڏيو،
ڇو وري ٻيا مامرا آچين پيو.



درد دل جي، جي پڇاڻي تي پوي،
پنهنجي پيي پوري کھاڻي تي پوي.

ڪو ته هوشو ڪا ته مياڻي تي پوي،
ريت جيئن جيئري اباڻي تي پوي.

مان تماچي جي نه تيس پو چا تيو،
هوءِ رڳو نوري نماڻي تي پوي.

مهربان هي آسمان پيي تي پوي،
مهربان جي هوءِ راڻي تي پوي.

هو بضد آ گھور سان گھاڻ جي لئه،
دل اسانجي ئي ڪٺي توري سياڻي تي پوي.

ڪربلا جي درد جو معراج ڏس،
اڪ ته چا پٽر تو پاڻي تي پوي.

پيار واري واٽ وٽ منتار تون،
ياد تازي من پراڻي تي پوي.



غرض جي جهانَ ۾ جيئان تو پيو،
مرض جي جهانَ ۾ جيئان تو پيو.

ڪنڌ جهُڪيل آهه منهنجي ڌرتيءَ جو،
قرض جي جهان ۾ جيئان تو پيو.

با ادب- با مُلا حظه جو،
عرض جي جهان ۾ جيئان تو پيو.



جيڪي ٿي نروارُ نچن ٿا دَرَ تنهنجي انسان قلندر،
پائنيان ٿو تن سمجهيو آهي تنهنجو سڀ عرفان قلندر.

الفي تنهنجي عشق جي پايان تنهنجي صحن ۾ سيسُ نوايان،
پنهنجيءَ محبت سانُ ڪري ڇڏ منهنجو من مستان قلندر.

سنڌ سنڌ، سنڌ جو ساٿو آهي، وک وک گهات ۽ گهاٽو آهي،
پنهنجي ديس جي دردن جو دل سان ڪر درمان قلندر.

لاشِ لهوءَ ۾ ڦتڪن ٿا، سانگي سارا سڏڪن ٿا،
”رت جي بوءِ پٽن ۾ آهي، ڌرتي آ شمشان قلندر.“

منهنجي جِندُ جو سائين آهين، بلڪ سنڌ جو سائين آهين،
تنهنجي هوندي هيڏا هاچا، مان آهيان حيران قلندر.

---

٭ (مرشد شهباز قلندر جي ادبي ڪانفرنس ۾ ڏنل طرح تي لکيل ۽ پڙهيل، 2002ع)

پيارَ واريءَ راهه جا پانڌي هُيا،
ڪي هيا گوتم تي ڪي گانڌي هُيا.

ڀيو هيو ئي ڪو نہ قيدين جو قصورُ،
سچ چوڻ جي ڏوهہَ ۾ بانڌي هُيا.

ڪا بہ دولت ڪو نہ هئي دل ڪانسواءِ،
سون جهڙي سوچ هئي ۽ خواب سڀ چانڊي هيا.

ڪو نہ هو جيئري ڪوئي ٻيو غمگسار،
۽ مرڻ ڪان پوءِ سوين ڪانڌي هيا.

تو سڏيو منٺار ڪي پهتو اچي،
پيرَ ان جا تي پيا آنڌي هُيا.



پاڻ کي تباهہ ڪر،
پر نہ ڪنهن سان چاهہ ڪر.

تو وفا اِهي ڏني!
ائين نہ پير گمراهہ ڪر.

جي سچو سرواڻ آن،
پوءِ مٿو نہ ساهہ ڪر.

وقت آ ڏاڍو ڏکيو،
قوم کي گڏ ڪر.

خدمتون پي خوب ڪر،
عشق پي اٿاهہ ڪر.

ٻين جا پيا مرشد هجن،
تون سچل ۽ شاهہ ڪر.

ڪر چوري منٺار کي،
حالتن سان ٺاهہ ڪر.



دِر حقيقت دل لڳيءَ جي ڳالهه هُئي،
اُنَ نہ سمجهي جا اُنهيءَ جي ڳالهه هُئي.

جيترو پتراءُ تو مون تي ڪَيو،
هي تہ ان جي هڪ ذريءَ جي ڳالهه هئي.

ريءَ ڪَجل سُرخيءَ سوا سڪتو ڏنئين،
هي پرينءَ جي سادگيءَ جي ڳالهه هئي.

لڙڪ ءِ ماتم هُيو منظر سڄو،
وقتِ رخصت آخريءَ جي ڳالهه هُئي.

بارشن جي مُندَ ۾ منتار ڪي،
ياد آئي دل لڳيءَ جي ڳالهه هئي.



جَن ڪَيو رُسوا اَتئي،
سي تنهنجا پنهنجا اتئي.

ذهن ۾ پَسئا اَتئي،
رائگان سجدا اتئي.

تون هتي ئي آن ٿَڪو،
ڪوڙ ٻيا ڏاڪا اتئي.

پيِن، سوچون ۽ پَنا،
اِن سوا ٻيو ڇا اتئي!

ڳالهه ڪا سمجهين نٿو،
بس رڳو ها ها اَتئي.

هاڻ تو ڳولهين ڪُهاڙي،
تي جڏهن ناتا اَتئي.

دل ۾ هن منٺار جي،
درد جو درياهه اَتئي.



يار جي رُخسار ۾ اُلجهي ويو،
پيار جي واپارَ ۾ الجهي ويو.

دَرسُ دنيا کي ڏنئين اڳتي وڌو،
پاڻ هونئين يارَ ۾ اُلجهي ويو.

پاڻ تي ڪَندِن ڪيو پنهنجو ڪَرمُ،
هو گلن جيِ هارَ ۾ الجهي ويو.

پاڻ جو منثار هو هنِ لوڪ لئہ،
سو ئي ہي منثار ۾ الجهي ويو.



هٽائي ڇڏيو آ پرين تو نقاب،
لڳي ٿو ايندو وڏو انقلاب.

اوهان کي چتائي ڏِٺم غور سانُ،
مڪمل هو ڇانيل اوهان تي شبابُ.

رڳو هڪڙو ڀيرو چِتائي ڏِسو ها،
اوهان جي ئي يَرِ ۾ هٺاسين جناب!

نہ پُڇ ڏوهہ ڇاهي ۽ ڇاهي ثوابُ،
اسان آهہ پيتو پرين بي حسابُ.

ڇپائون تہ باغي هي منٺار آ،
انهي لاءِ رهندو هي زيرِ عتابُ.



ڪوئين تو پيو ڪُورو مِلندُءِ،
مَنَ ۾ درد جزيرو مِلندُءِ.

ساپيا جي ڇا ڳالهه ڪرين تو،
سَپنو ئي اٽپورو مِلندُءِ.

ڀتڪيل ڪي ڏِگ لائڻ جو،
اندرِ منجهه اُجورو مِلندُءِ.

سِنڌ ۾ نالا هيئين تا مِتجَنِ،
نور محمدُ، نورو مِلَندُءِ.

ڳولهين تو مننارُ اَجائي،
پنهنجيءَ ۾ هو پورو مِلندُءِ.



ڪنڌ جئن ملندي نہ آهي ٿوهہ ۾،
ائين رَحمُ ڪونهي اوهان جي روحَ ۾.

هي عَجبُ آ ايترو ماتمُ ڪَرين،
پاڻ اُجلائي اسان کي کوهہ ۾!

ڪو نہ ٿا ان لئہ لَهن ڪارا لَٽا،
جو تہ هون سنڌ جي سدائين سوءُ ۾.

عشق تنهنجي ايتري آتش ڏني!
هو پسينو ئي پسينو پوهہ ۾.

ايترو پيي چڪ نہ تون مَنٺار کي،
هي ٽٽي پوندئي تِکي ان ٻوهہ ۾.



تنهائيءَ جو زَهر آ ڦهليو آڳُر ۾،
دردن مون کي جهَلي وتو آ ياڪرُ ۾.

چاهين تو جي ماڻڪ اونهون وَڄُ اجان،
هڪ ٽبيءَ سان ڪجھ به نه مِلندءِ ساگرَ ۾.

ڪوڙ تئي نظرون آتيون ڏنگ هٽڻ جي لاءِ،
پاڻ کي ويڙهي رک تون پنهنجي چادرَ ۾.

ڪو نه ڇڏيندو ڪنهن پي موڙ تي تنها مون کي،
منهنجو آهي يقينُ لالَ قلندرَ ۾.

سمجهان تو پَڪ ساڻ اِهو منتار هُيو،
چرچا جنهنجا شهر سڄي جي بازر ۾.



هي چاهي ٿي دِل کو سهارو ملي،
ڀڄون ٿا، خدارا ڪِنارو ملي.

رنگن روشنين ۾ پلا ڇا رکيو آ،
پلي ٿورو جيون اندارو مِلي.

اکين مان ڪٿو آب روئڻ گهرون ٿا،
رُڳو هڪڙو ڳوڙهو اُدارو ملي.

سڄي ڪيس ڏسجو منهنجي وارتا،
اوهان سان پرين ٿو بهارو ملي.

ڇڏيان سِرُ هي گهوري مِٽي سنڌُ تان،
اهڙو ڪاش منٺار وارو ملي.



تون خنجر اکين ۾ ڪنيون ٿي وتين،
سَري عام سڀ کي هَنيون ٿي وتين.

ٻچي ڪو وَڃي ان مان مُمڪن نہ آ،
اکيون ڪوڙڪين جَئن اَڏيون ٿي وتين.

سموري شهر کي ڏندين آڱريون،
وڳا ويس اهڙا ڪَيون ٿي وتين.

هي خوشبو هوا گُل پرندا ۽ پوپٽ،
الئہ ساڻ ڇاڇا ڪنيون ٿي وتين.

سڀن کي سجاڻِي ٿي رستو رکين،
تون مڙسن کي مُٺ ۾ مَيون ٿي وتين.

متان اُن مان ٿوري پوي هار جي،
سَرسُ سونهن ايڏي سَٽيون ٿي وَتين.

انهن ۾ هي شامل آ منتارُ پڻ،
جنين اکيان ڇاتي تڙيون ٿي وتين.



پنهنجي ئي ڪنهن وارَ ۾ زخمي ٿيو،
هو پڪي هو، چارَ ۾ زخمي ٿيو.

دائرا ٿاهي اسان بيٺي ڏِٺو،
ڪو ڀَريءَ بازار ۾ زخمي ٿيو.

پاڻ کي هن درد آ وحشي ڪيو،
هو ڪندي سينگار آ زخمي ٿيو.

نيڻ اولارين تو اُن منٺار کي،
جو تنهنجي هڪ وارَ ۾ زخمي ٿيو.



جيڏي تَنَ ۾ تڙپ رکين ٿو، اوڏوئي اظهارُ نہ ڪَر،
ڪڏهين ڏينهن کي رات نہ چئہ، ڪڏهن پر اِنڪارُ نہ ڪَر.

پَلِ ڪيڏا پِي محبوب هُجن پر ڏرتيءَ مَٽُ نہ دَرَ ٿيا!
تون قُرب سَپِين سان پَلِ پيو ڪر، پر ديس سان سچو پيارُ نہ ڪَرِ.

هي دنيا جو دستور اٿئي جي هٿنديں، هٿندو ئي ويندين،
هر بار پلي تون وارَ نہ سهُ پر پاڻ ڪڏهن ڪو وارُ نہ ڪَرِ.

هي ڇا جا سرخيون پوڊر هن، هي ڇا جا جهوڙا، پونيون هِن،
هي سڪٺو پاڻ سنوارڻ ڇَڏِ، ڪجھ اندر ۾ سينگارُ نہ ڪَرِ.

هي جندڙي جنهن ڪان روڳي ۽ سنڌڙي صِدين ڪان سوڳي،
ڪجھ پاڻ پنهي جو ڪاٿو ڪَرِ ۽ ويهي ڪجھ ويچار نہ ڪَرِ.

مان سيسُ نمائي مٽيءَ تي ٿو عرض ڪَيان ۽ ٻاڏايان،
پنهنجي جوڌن جي لِسٽ ۾ سانڻ شامل هي مننارُ نہ ڪَرِ.



پڳ پڳ نفرت، ڪانٽا ڪَنڪرَ،
وڪ وڪ وحشت ھٿ ھٿ خنجر.

اُلٽو آھِ نظام سمورو،
بزدل برتر، ياڙي بھتر.

تڏھن سڀئي پنھنجي مُنھن ھِن،
ڪَنن سَفر ۾ خودسر رھبر.

سچَ جو سَلو ڪو، ڪون ٿو اُسري،
پوءِ آ چڻ پٿر پانگ بَنجر.

ھيڏيون ھَڪلون ھيڏا حملا،
تنھن ھوندي پي چُپ آ ھر گھرُ.

ھي تہ غزل تي خُشڪ ويو،
ڪا بہ نہ جنھن ۾ خوشبو، خوشتر.

ڪاش وري منٺار ھتي ڪي،
ڌرتي جَنمي دودا پيھر.







# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهہ· ميراڻي


Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

پيار جو پرتوو نہ ڪو، رڳو رڄ اٿيئي-
منهنجي اندر ۾.

جاچي ڏس پل جان، سگھني سچ اٿيئي-
منهنجي اندر ۾.

تر ڪيئن چپ ڪندين، اڳي اڄ اٿيئي-
منهنجي اندر ۾.

آشائن جي اي مئي! ٻچي مچ اٿيئي-
منهنجي اندر ۾.



منهنجن خوابن کي، ساپيائون بخشڻ-
سندري آئي آ.

روح ۾ راڙي ۾، پل پل تي مرڪڻ-
سندري آئي آ.

اڊڙيا ڦٽ هئا، تن کي پاڻ سبڻ-
سندري آئي آ.

تنها ڏکندو هوس، هاڻي گڏ ڏکڻ-
سندري آئي آ.

چٽيءَ چوڏهينءَ جو، چنڊ کي شرمائڻ-
سندري آئي آ.



هاڻي آخر ڇو؟ منهنجي راهن کي-
روڪي بيٺي آن!

سچ ته اجائي، منهنجي ٻانهن کي-
روڪي بيٺي آن!

ڪو نه مٺي وربو، پو ڇو نگاهن کي-
روڪي بيٺي آن!

توڙي بيٺي آن، پو به وفائن کي-
روڪي بيٺي آن!



پڙهه ڦٽيءَ جو، منهنجي مٿن ڪان-
گل رکي ويئي.

چا لئہ آخر هوءَ. آءٌ پيو سوچيان-
گل رکي ويئي.

قبر مٿان بيهي، رنندي لڙڪن سان-
گل رکي ويئي.

چوريءَ چائنٽ ٽپي، ڇپائي جڳ ڪان-
گل رکي ويئي.



ڪِرن تا اڏري، منهنجي جهوليءَ ۾-
ڪيئي گل گلاب جا.

مهڪيل تون ڏسندين، منهنجيءَ ٻوليءَ ۾-
ڪيئي گل گلاب جا.

قيدي سوچي تو، ڦٽندا ڪوليءَ ۾-
ڪيئي گل گلاب جا.

جنگ ۾ جوڙن ڪي، هر لڳندڙ گوليءَ ۾-
ڪيئي گل گلاب جا.



ڏاڍو اڳتي آ، پورب تنهنجو پنڌ-
آءٌ تڪي پيو هان.

سوچيان ٿوتو دَرِ، ڪٿندس ڪيئن مان ڪنڌ-
آءٌ تڪي پيو هان.

هيڏا هاڃا ۽، ڏسي اهڙو انڌ-
آءٌ تڪي پيو هان.

موڪي! مهرباني، ڀي ڪي ڏي تون منڌ-
آءٌ تڪي پيو هان.

ڪٿندي ازل ڪان، گناهن جو گند-
آءٌ تڪي پيو هان.



اجان چوين ٿي، منهنجو ڏوهه نہ آ-
ڇا هي ڏوهه نہ آ؟

منهنجي محبت جو، تو وٽ موهه نہ آ-
ڇا هي ڏوهه نہ آ؟

تنهنجو ڏس ويساهه، مون تي ڪوهه نہ آ-
ڇا هي ڏوهه نہ آ؟



اچي ويٺي اوچتو، هوءَ آڳر تي-
۽ مان گهري سوچ ۾.

ڪٿي آئي آ، گهاگهر گهاگهر تي-
۽ مان گهري سوچ ۾.

اٽپوري تڙپي پئي، ڪوتا ڪاڳر تي-
۽ مان گهري سوچ ۾.

سڏي ٿو ڪوئي، مون کي ساگر تي-
۽ مان گهري سوچ ۾.



توکي ڳولهيندي، منهنجا سارا خواب-
وکري ويا واٽ ۾.

تو لئه آندا ها، سي سڀ گل گلاب-
وکري ويا واٽ ۾.

اسان ڏي ايندي، اسان جا عذاب-
وکري ويا واٽ ۾.

سنڌ سلامت آ، ۽ هو سڀ جناب-
وکري ويا واٽ ۾.



ماري وجهي ٿي، منڙا تو بن هي-
رُت ۽ تنهائي.

تنها ڏسندي راهه تي، ڪيڏو آ مرڪي-
رُت ۽ تنهائي.

لڙڪ ڏسي منهنجا، شايد آ ڇرڪي-
رُت ۽ تنهائي.

آخر ڪوڻ پڇينءَ تون، آخر وئي اڏري-
رُت ۽ تنهائي.



پوپٽ پڪڙيندي، جهلجي پيو پيار-
منهنجي هٿن ۾.

لڪڻ ساڻ لهي، اهڙو آهي بار-
منهنجي هٿن ۾.

تنهنجي وارن مان، رهجي ويو وار-
منهنجي هٿن ۾.

تو بن رک ٿيو، رابيلن جو هار-
منهنجي هٿن ۾.

سوچان شل اچي، منهنجو ئي پرمار-
منهنجي هٿن ۾.



پنهنجن اُڏمن کي، ڪيئن اڻم روڪيو-
تو کي کهڙي ڪل!

تنهنجي راهن ۾، پيار هيو پوکيو-
تو کي کهڙي ڪل!

تو سان ملڻ تي، ڪنهن ڪنهن آ ٽوڪيو-
تو کي کهڙي ڪل!

منڙي تنهنجي لاءِ، ڪيڏو مون پوڳيو-
تو کي کهڙي ڪل!

جوڳي تي توکي، ڳليءَ ڳليءَ ڳولهيو-
تو کي کهڙي ڪل!



سندريءَ ڪٽڪيءَ تان-
پردي ڪي پاسي ڪيو.

چتائي ڏسندي، منهن جي مڪڙيءَ تان-
پردي ڪي پاسي ڪيو.

ڪيڏو ٻوسٽ آ، ٿورو دريءَ تان،-
پردي ڪي پاسي ڪيو.

ٻڄندس آءٌ ڪو نه، ٻيل جان اڏيءَ تان-
پردي ڪي پاسي ڪيو.



موتئي جي خوشبو، هو ڏس، تي اڏري-
تنهنجي آڳر تي.

توکي ڏسڻ لئه، ڪيڏو تي تڙپي-
تنهنجي آڳر تي.

اتس کو پيغام، تڏهن تي مرڪي-
تنهنجي آڳر تي.

ڏاڍي چنچل آ، ڪيڏو تي وکري-
تنهنجي آڳر تي.

تورو اڄ سيگهه ۾، متان هيءَ مري-
تنهنجي آڳر تي.



منھنجي محبوبا، مون سان سپنن ۾-
پيار ڪندي آھي.

چپ نہ ملائي، رکو نيڻن ۾-
پيار ڪندي آھي.

ائين ئي بس ھوءَ، نازن نخرن ۾-
پيار ڪندي آھي.



تنهنجي يادن جا، منظر سڀ ڌنڌلا،
مون کي پاسن ٿا....

توکي آءٌ ڇهان، منهنجا هٿ گدلا،
مون کي پاسن ٿا....

اڇان ها توڏانهن، تنهنجا پر ٻنگلا،
مون کي پاسن ٿا....

هن ڇيو شاعر، تو جهڙا ڪنگلا،
مون کي پاسن ٿا....



منھنجي گھٽي پي، مھڪي پوي ھا-
تون جي اچين ھا.

خوشي تي خوشبوءِ، ڪنڊري پوي ھا-
تون جي اچين ھا.

انڌيارو جيون، جرڪي پوي ھا-
تون جي اچين ھا.

بادل بدران اڪ، برسي پوي ھا-
تون جي اچين ھا.



واسي آئي آ، پنهنجي جوين کي-
سندري ڪنهن سرهاڻ سان.

واسي ويئي آ، منهنجي تن من کي-
سندري ڪنهن سرهاڻ سان.

مهڪائي شال، منهنجي جوين کي-
سندري ڪنهن سرهاڻ سان.



اجهامي ويندا، اڪين جا ڏيئا-
ٿورو جلدي اچ.

سرتيون پڇن ٿيون، ڪٿي تي پيا؟
ٿورو جلدي اچ.

لڪندي لوڪ ڪان، پايان ٿي ليئا-
ٿورو جلدي اچ.

ڪڏهن ڪان تو لئہ، ڪليل ڪڙڪي آ-
ٿورو جلدي اچ.



سرنهن جي ڦولار ۾، تو سواءِ بهار ۾-
ڪو مزو ناهي.

ڇو پلا اي ڇوڪري! هيل تنهنجي پيار ۾-
ڪو مزو ناهي.

سورهوپهريون سڻو، تنهنجي نئين آزار ۾-
ڪو مزو ناهي.

پيٽ خالي آ تڏهن، سانوريءَ جي سار ۾-
ڪو مزو ناهي.

گم ستارا ٿيا هي ڇئي! اڄ ڇڏيو منتار ۾-
ڪو مزو ناهي.



ٺُٺَندو هي پِڇرو، اُڏري ويندا سين-
طوطا سوچن ٿا.

وري نہ ڪنهن انسان جي، هَٿَ ۾ ايندا سين-
طوطا سوچن ٿا.

ٽَڪُ بہ پڃرو اُپ تي، هيٺ نہ لهندا سين-
طوطا سوچن ٿا.

پنهنجي آجپي تان ڪڏهن، مور نہ هٽندا سين-
طوطا سوچن ٿا.

اُڏي جي نہ سگهيا سين پو، باندي مرندا سين-
طوطا سوچن ٿا.



ڏسي ڏسي راهه، اڄ ٻه رات لنگهي وئي،
ٿڏا پيري ساهه، شايد ڏينهن وجي هليو.

آچي ڏسو پل جان، ويندس پيي يارو،
سُرڪ نه گهرجي هڪڙي، سمنڊ ڪپي سارو.
چو جو اُجارو، آهيان آدجڳاد ڪان.

ڳوري تنهنجي گج تي، ڪاوا هِن جيڏا،
ٽُڪر آءٌ تيڏا، تن جي هڪ هڪ جهلڪ ۾.

عزت آ سستي، سستو آ ايمانُ،
پائو هر انسان، هت وڪامي تو سگهي.

وڪري ويندس آءٌ، واٽن مَنجھ ائين،
سُرمئي دُود جيئن، فضا ۾ گم تي وڃي.



اڳ تہ هلاڪو هُيو، اُن کان پوءِ چنگيز،
هي تہ اُنهن کان تيزُ، آهن پنهنجا پائڙا.

سنڌي ڳالهائي، رائيفل تو تاڻين،
نٿو سجاڻين، وحشت ۾ تون پاءُ ڪي.

ڦورو ڦرلٽ بعد، جڏهن مَري ٿو،
تڏهن نري ٿو، سينو منهنجي سنڌ جو.

ڏارين کان چالئہ ڏچرن، پنهنجا هِن ڪافي،
ٻنجي جي هاٿي، لتاڙن ٿا لوءِ کي.

هاٿي ڪڇهي ۾ رڳو، بمن بوءِ آ،
چڻ هي لوءِ آ، ويرن والاري چڏي.

ڪانهي ڪچي ۾، سرنهن جي سرُهاڻ،
ساڳيو ئي مهراڻ، مانو ٿو رهي.



اُرهَ وٽان قاتل، پيلڻ جو چولڙو،
جنهن کي ٻاڙ نٻلَ، وات وجهي چوسي پيو.

ڪنهنجي بيتن سان، ٻڪ نہ لهندي آ،
رهندو وڏندي آ. ٻڪ جي ٻڏي ڳالھ ڪا.

آس جي ٽياس تي، آهيان آءٌ ٽنگيل،
مونکان آھ ڪسيل، سپنو هر هڪ سُک جو.

دونهاٽيل هر دل، ۽ رستا رتوڇاڻ،
موج پريو مهراڻ، رَتُ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو.



نفرت اکين ۾ ٻري، اُڇلائين ٿو آڳ،
مان ٿو آڇيان ماڳ، توکي سنڌ جي سرنهن جو.

ڇا هن ٻوڻ تي ڪو، مانجهي مَردُ نہ آ،
ڇالہَ سَردُ آ، جذبو هر هڪ جِيوَ جو.

منهنجي شاعري، منهنجي لاءِ پناهہ،
جنهن مان روشن راهہ، جيون جي ماڻهي ڏني.

پنهنجي حصي جو پرين، قرض تو لاٿو آ،
ڇا تو ڳاتو آ، ٻٽائيءَ جي بيت کي.



سرتين هوندي ساڻ، لڳي ٿي هوءَ اوپري،
شام جهڙي ڇوڪري، هيڪل هيڏي ساٿ ۾.

مان ڇو آواره، بَنق بنَ ۾ ڀٽڪان پيو،
پڇن ٿا تارا، اوچي هِن آڪاش جا.

جيئن ڪو نيل ڪنول، سَرَ ۾ جرڪِي پئي،
مونتي مُرڪِي پئي، تنهنجي مُک جي روشني.

هي جو مُحبت آ، هِن ۾ درد آ،
جو بي درد آ، سو نہ هي سمجهي سگهيو.

جڏنهن ٽيِنديون چار، تنهنجون ۽ منهنجون اکيون،
تڏهن پوندا ڏار، ريتن جي نہ پهاڙ ۾.

اسل اَسُر ويل جو مسجد ۾ ڪا بانگ،
مون کي تنهنجي تانگھ، ڪنهن کي چنتا رب جي.



نگر نگر کي گھمي ڏٺو تم، مليو ناهِ سُڪون،
خبر نہ آ تہ ڪٿي وَيجي نِئين تنهنجو عشق جُنون.

❊❊❊

ڪاش ڪرين ها قرب اسان سان هيڪر پنهنجو يارَ،
جاتي توبن تڙپائي سا، ساڻُ وَني وَجُ سارَ.

❊❊❊

پنڌ پري ۽ پير پٿرن پيو ناهي ڪوئي ساٿُ،
مونسان گڏ آ پياري تنهنجي يادن جي سرهاڻُ.

❊❊❊

ڇم ڇم شور ڦڙن جا ڪَن ائين هيراڪ،
مرڪي مَنڊ تلاش جيئين اٿي پرهه جو پياڪ.

❊❊❊

مون ته نه چاهيو بادل برسن مون ته نه چاهيو مينهن،
مينهن وسي ٿو چاڪ چڪن ٿا جان جلائي نينهنُ.

❊❊❊

مون ته نه چاهيو بادل برسن مون ته نه چاهيو مينهن،
مون ته نه چاهي مند جهڙالي ٽڏو نه چاهيو ڏينهن.

❊❊❊

هيل به بادل پرجي آيا هيل به ٿي گجگوڙ،
ڪون ملين تون هاءِ ڪٿي پيي وڏي ڏينسين وڙ.

❊❊❊

سورن منهنجو ساٿ ڏنو آ جيئن آخر تائين،
مان به اُنهن ساٿي ٿيندس آهيان جيستائين.

❊❊❊

ڇالئه بادل گوڙ ڪيو ٿي پرين ته ڪونهي ڪو،
توکي خبر ان بابت هوندي توسان ساڻ هُيو.

جيسين مَنَ جي مونجهه ختم ٿئي تيسين ترسي پئُ،
ٿڌڙو ٿڌڙو بادل بڻجي مَنَ تي برسي پئُ.

***

روهَ رُلياسين پَنڌ ڪياسين ڪاٽئين ڪرڻ ملين،
رڳ رڳ ۾ تون شامل ٿي پيو مون سان ڇو نہ ملين؟

***

چنڊُ اسان کي راس نہ آيو نہ وري ڪا چانڊوڪي،
عِشقَ رسائي ڇوٽ اصل ۾ اهڙي ٿاهوڪي.

***

عشق اُڀرو اَڻ جَهل جذبا سِڪڻي سڪڻي دل،
ڪنهن پيي جاءِ تِڪاءَ نہ ڪاڏئين ڦِرڻي گرڻي دل.

***

عشق اسان جو سون سريکو، عشق اسان جو سَچ رُڳو،
پو بہ الئہ ڇو منزل تي هو پنهنجي ڪون پڳو.

رات اَنڌاري اوندهہ ڪاري سنڌ سنڌ سورَ سٿون،
پاڻَ وڃائي پنڌ وِڃائي هاٿي ڪيئن هٿون.

❊❊❊

ايڏي اُڄَ اُساٽ اَندر ۾ سَمنڊَ ڪي سُرڪَ ڪَيان،
ايڏي تَنَ ۾ تڙپَ ڏُکي ٿي، ڪڪ پن رڪَ ڪيان.

❊❊❊

يارَ نہ چاتو پارُ پرت جو، يارَ نہ چاتو پيارُ،
يارَ اسان جي سمجهيو هو بَس قرب ڪي ڪاروبارُ.

❊❊❊

وري وري ان لاءِ تڪيان ٿو جيئن تون ياد رهين،
منهنجي مَنَ جي دنيا ۾ تون زندهہ باد رهين.

❊❊❊

قُرب ڪي ڪوڙو، ڪئوڙو چئين تو قُرب مِٺو پر مِصري آ،
قُرب کهاٽي تن کان پُڇ قرب مان جن جي گذري آ.

پنهنجي ڪنڌ کي هيٺ ڪري جو پٽر پاتئي لالُ،
پنهنجي نفس کي مارڻ وارو اٹلپ آهي مثالُ.

***

منهنجا مرشد منهنجا رهبر آهين تون لجپالُ،
در تنهنجي تي جيڪي آيا سُڻ سين جا سَوال.



# هي سچل ئي هيو!

سچ چوڻ ۾ سين ڪان اول ئي هُيو،
عزم جنهنجو سدائين اٽل ئي هيو-
هي سچل ئي هيو.

ڪنهن بہ انياءَ تي، ڏاڍ ڏهڪاءَ تي،
ڪاوڙيل ئي سدا ڏمريل ئي هُيو-
هي سچل ئي هُيو.

جنهن بندن کي يڳو، پاٺي الفي وڳو،
عشق جنهنجو سدائين اجهل ئي هيو-
هي سچل ئي هُيو.

هو تہ بازر ۾ مئخاني ملندو هو،
مسجدن مان سدائين يڳل ئي هُيو-
هي سچل ئي هُيو.

هو سچو سَچُ هو، يا سَچو هو سچو!
يا وري سَچ جو، جو بدل ئي هُيو-
هي سچل ئي هُيو.

هن چيو امن ٿي، دنيا هڪ ٿي وڃي،
۽ انهيءَ لاءِ سدا با عمل ٿي هيو-
هي سچل ئي هيو.

سرفروشيءَ ۾ سر تان ڪنيل آسرو،
ڪڏهن سوري ڪڏهن پاڻ مقتل هيو-
هي سچل ئي هُيو.

ڪوئي منتار هُن جئين سُجهئي ٿو پيو،
جڳ سڄي ۾ سچل بي مثل ئي هيو-
هي سچل ئي هُيو.



# ڏات

هي راهه اٽانگي آ،
۽ پنڌ پريرو آ،
هر پنڌ اڳيان هڪڙو،
بس گهگهه انڌيرو آ،
پر منهنجي من ۾ ڪو،
پُرنور سويرو آ،
جو مون کي پنڌ ڪرائي ٿو،
۽ مون کي روهه رلائي ٿو،
۽ مون کان گيت لکائي ٿو.



# حيف مينا

مون بہ تہ تنهنجي پوڄا ڪئي هئي،
مون بہ تہ توسان پيار ڪيو هو.
تنهنجي خاطر، ريتن، رسمن،
رشتن سان تڪرارُ ڪيو هو.
تنهنجي اڳيان ڪَنڌُ جُهڪائي،
عِجز سان اظهارُ ڪيو هو.
حيف مينا پوءِ بہ تو ڪنهن .....!
ٻئي سان سچو پيارُ ڪيو هو،
منهنجي نينهن نِماڻ تي ائين،
وارَ مَٽان بس وارُ ڪَيو هو.
۽ جيئڻ ڪان بيزار ڪيو هو.



# بارش

ڪيڏو هلي ٿي بارش،
ڪيڏو وسي ٿي بارش!
جهوپا اسان جا جهوري،
پٽيون سيٺيئي پوري،
جيون جي رهگذر تي،
ڪنهن اڻ ڏٺي سفر تي،
زوريءَ نٿين ٿي بارش،
ڏاڍي ڏنگي آ بارش!
ڪيڏو وسي ٿي بارش!



# هن پار مسافر ڇا آهي

هن پار مسافر ڇا آهي،
هن پار وڃين ٿو ڪنهن جي لاءِ،
بيهه آءٌ بہ تو سان سانُ هلان،
۽ تو سان پنهنجو سور سليان.
ڇا منهنجو ساٿ نہ ڏيندين تون ؟
ڇا مون کي سانُ نہ نيندين تون ؟
هي دنيا ڇنُ ڪا ڪولي آ،
جنهن منهنجي جندڙي رولي آ،
هي جيون هڪ پرولي آ،
ڇڙ ساگر جي ڪا ڇولي آ،
پر مون لئہ سڏي گولي آ.
ڇا جيون جي هن دلدل مان،
پنهنجو هٿ هٿن ۾ ڏيئي،
مون کي پاڙ ڇڪيندين تون،
ڇا منهنجو ساٿي ٿيندين تون؟
جي توسان پنهنجو سور سليان،
جي توسان گڏجي آءٌ هلان!



# سچ امر آ-

گوليءَ سان اي پاڳل ماڻهو!
سچ تہ ڪڏهن بہ مرڻو ناهي،
گوليءَ سان تو سچ کي مارين،
تون تہ وڏو ڪو پاڳل آهين!

اڳ بہ تنهنجي وڏڙن سچ کي
ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي،
سچ کي تن هو سوريءَ چاڙهيو،
سچ کي گهاڻي منجھ گهمايو،
سچ کي زهر وٽو هو پياريو،
سچ کي تن هو ٽڪر ڪرايو،
تڏهين تنهنجي وڏڙن ڪيڏا،
خوشي وچان ها ٽهڪ ڏنا،
هاها جا هوڪار ٿيا ها،
سرها شاهوڪار ٿيا ها،
وقتي طور تي ڌرتيءَ تي،
ڪوڙ جا ڪاروبار ٿيا ها.
سيني تڏهين سوچيو هو،
هاڻي سچ فنا ٿي ويو.

سچ ته امر هو سَچ رهيو
مُرڪي جنهن هو هر گهاءُ سنو،
پاڻ سچو انياءُ پسيو،
پاڻ ئي هر ايذاءُ سَنو.

ها پر پوءِ به ڪلندو رهيو،
سچ ته اِهوئي رهندو آيو،
ها پر ان هو روپ مٽايو.

هاڻي وري هي ملڪ آگاڻي، *
ويو نياڻي ريت اباڻي،
پاڻ لِڪي ويو اهڙي ڪهاڻي،
جنهن ۾ سَچ جي سوچ سياڻي،
جيڪا ڪنهن پر ناهه وِڪاڻي،
جنهنجي ڪڏهين ناهه پڄاڻي،

گوليءَ سان تو مَلڪُ نه گهايو،
گوليءَ سان تو پاڻ وڃايو،
گوليءَ سان تو سونهن کي گهايو،
گوليءَ سان تو سچ کي گهايو،
گوليءَ سان تو سنڌ کي گهايو.
آهه رڳو افسوس اهو ئي،
رحم نه آيو توکي ڪوئي!
شرم نه آيو توکي ڪوئي.

* (سنڌي ٻوليءَ جو ناليوارو اديب، ناول نگار ۽ منهنجو محترم دوست ملڪ آگاڻي، جنهن کي بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو)

# آخر

جاڳي جاڳي ڏيئو ٻيِي،
آخر ننڊ ڪندو آهي،
سپنن جي سنسان ڊگر تي،
پنهنجا هي پٿرايل نيڻ،
ٿڪي ٿڪي ڪيڏو ٻڇندا،
سهڪي سهڪي آخر سمهندا.



# آءٌ

ها آءٌ هليو آهيان،
هر موڙ مصيبت سان،
بي خوف لڙيو آهيان،
ها آءٌ وڙهيو آهيان.
ڪا اپ جي شيءِ ناهيان،
هن پونءِ چٽيون آهيان.
تڏهين ته وڙهيو آهيان.
ها آءٌ هليو آهيان،
بي خوف هليو آهيان .



# تنهنجي بات

ان وقت تمنا تڙپي ٿي.
آشائون آگ لڳائن ٿيون.
جنهن وقت پري، ڪنهن محفل ۾.
ڪو تنهنجي آهي بات ڪندو.
۽ منهنجو من اشانت ڪندو.
جو ڏينهن ڪي آهي رات ڪندو.
ان وقت اندر جي هر ڪر ڪرچي،
ڪيڏو نه وڏي ويندي آ.
۽ مون کي ننڊ نه ايندي آ.
پو ساري رات ڏنگيندي آ.



# ڌرتي ماتا

ڌرتي ماتا ٿيندي آهي،
موت اچڻ تي جيڪا پنهنجي،
سيني ۾ سانديندي آهي.

سمجھ گھري جي ان کان ڪوئي،
ان کي ساڃھ ڏيندي آهي.
سونهن گھري جي ان کان ڪوئي،
ان کي سونهن به ڏيندي آهي.
علم گھري جي ان کان ڪوئي،
ان کي ڏئي ڇڏيندي آهي.
ڪنهن کان ڪجھ ہي گھرندي ناهي،
رڳو پئي بس ڏيندي آهي.

پاڻي ميوا ڍڳ اناج،
ڌرتي پالي سڀُ سماج.
پٽ ڏٽي تس دعا ڪئي،
سچل سچ جي صدا هنئي.
ڌرتي آهي سونهن سُگنڌ،
تڏهن اياز نمايو ڪنڌ.
ساميءَ جا سڀ سانگ سڄايا،
امن جا جنهن پيغام پچايا.
ڌرتيءَ سان جن پيار ڪيو ۾
ڌرتيءَ تن کي امر ڪيو.

ڏرتيءَ لئہ جن جان ڏني،
ڏرتيءَ تن کي عمر ڏني.

ڏرتي دين ڌرم آ منهنجو،
هوشوءَ جيئن عزم آ منهنجو.

جڏهين مون هي شعر پڙهيو،
محفل ۾ ڪنهن يار چيو:
ڏرتي "ماتا" آهي برابر،
ناهي ان ۾ شڪ ڪو ڪنهن پر،
ساڳي ڌرتي جنهن لئہ ماٿهو،
پنهنجا سرڙا ڏيندا هن،
سرها جڳ ۾ ٿيندا هن،
سائي ڌرتي تيش ۾ جڏهن،
ڇاتيءَ کي ڇلڪائي ٿي،
شهر سڄا ڳڙڪائي ٿي،
جڳ مڳ، جڳ مڳ ساريون وسنديون،
ماٻي ۾ بدلائي ٿي،
ڪوئي رحم نہ ڪائي ٿي،
ڪوئي رحم نہ ڪائي ٿي!



# اهي ماڻهو

رڙهون تا رتن ۾ اسان ئي رڳو،
سيئي سورما ٻيا سمهي هن پيا،
تڏهن زخم سنڌ جا چڪي هن پيا.

اهي سورما ڀي تڏا تي ويا،
جهنڊا جهد ۾ جن ها اوچا ڪيا،
بنا ڏوهه باندي تي بند ۾ پيا،
خبر ناهي سي چو تڏا تي ويا.

چون تا ته ايئرڪنڊيشن ۾ ويهندي
سندن جسم سان گڏ انهن جا ضمير،
تڏا تي ويا
۽ جڏا تي ويا.
مگر پو ٻه آهي روان قافلو
انهيءَ قافلي ۾ نه سي سورما هن،
جني آچپي جون تي ڳالهيون ڪيون
وڏيون ها وڏيون تي لپاڙون هنيون.
انهيءَ قافلي ۾ ته درويش آهن،
سدائين وطن جي پيا پيش آهن،
انهيءَ قافلي ۾ اهي ماڻهو آهن،
وطن لاءِ جيڪي پيا گيت ڳائن،
انهيءَ جي مٽيءَ تي تا سرڙو نوائن.



# ڏات جو سفر

هي سفر آ ڏات جو ،
سونهن جي جذبات جو ،
اڻ ڏٺي پرياٽ جو ،
ڪٿ وري ظلمات جو ،
تنهن ڪري
جيڪو هلي ،
سوچي هلي .
جو تہ هن ۾ درد آ ،
درد سو بي درد آ ،
راهہ ۾ ڪنڊا اٿو ،
ڪٿ ايا ڏنڊا اٿو ،
ٺڪر اٿو پٿر اٿو ،
ڪٿ وري پٿر اٿو ،
ڪو بہ مهڪيل گل نہ ٿو ،
پيار جو ڪو پل نہ ٿو ،
تنهن ڪري ،
جيڪو هلي
سوچي هلي .
هي سفر آ ڏات جو !



# ڪاش هجي ها دودو

- ڪاش هجي ها دودو ڪو،
  جيڪو پونءِ بچائي ها،
  پونءِ وجي ٿي پرندي هائي،
  سمجهه وجي ٿي سسندي هائي،
  ڪاش هجي ها دودو ڪو.....

- ڪاش هجي ها دودو ڪو،
  جيڪو هيءُ نہ ڄاڻي ها،
  ڌرتي ماتا ٿيندي ڇا هي؟
  ڌرتي آخر ڏيندي ڇا هي؟
  ڌرتي آخر پيئندي ڇاهي؟
  پونءِ جي عظمت وڌندي ڪيئن آ؟
  ڌرتي آخر جيئندي ڪيئن آ؟
  ڪاش هجي ها دودو ڪو.....

- ڪاش هجي ها دودو ڪو،
  جيڪو ڪو نہ وڪامي ها،
  جيڪو ڪو نہ وسامي ها،

هن سنڌڙي، لڏ پنهنجي جنڊڙي، لڏ،
هر روز پيو پڄري ڪامي ها،
ڪاش هجي ها دودو ڪو.....

- ڪاش هجي ها دودو ڪو،
جيڪو بيهجي رجي ها،
ڪنهن ڪوڙ اڳيان،
يا ڏوڙ اڳيان
ڪڏهين ڪو نه جهڪي ها،
ڪڏهين ڪو نه ڪُٺي ها،
ڪاش هجي ها دودو ڪو.....



# عيد

هيءَ عيد اسان کي ڇا ڏيندي؟
چند مرڪن جا ڪي پل ڏيندي،
يا درد وري ڪي اجهل ڏيندي،
هيءَ عيد اسان کي ڇا ڏيندي؟

هيءَ عيد تہ هڪڙو جهوٽو آ
ڪن پل ۾ جو گذري ويندو،
پو سيني ڪان وسري ويندو،
ڪنهن گاڏيءَ جيان گذري ويندو،
پر،
درد تہ پنهنجي دل جا سائين!
رهڻا آهن آخر تائين!



# اميد

هيءَ رات ڪٽي پوندي،
پربات ڦٽي پوندي
ءُ پنهنجي درد جي
ديوار ٽٽي پوندي
هر روز جي سورن کان
پنهنجي سنڌ ڇٽي پوندي.
جنهن ڏينهن جو پنهنجي هيءَ
ساري قوم اٿي پوندي!!



# لولي/گولي

امڙ مون کي لولي ڏي،
لوليءَ سان گڏ گولي ڏي.

ڏاڙيلن جا ڏاڙا ڏسندي،
ويران سنڌ جا پاڙا ڏسندي،
منهنجو جيءُ جهري پيو آ،
مَنَ ۾ مَچ ٻري پيو آ.
ٻارن کي ٻيي اغوا ڪن ٿا،
ڪيڏو تن کي رُسوا ڪن ٿا،
ماءُ جون دانهون ڪو نہ ٻڌن ٿا،
ڪنهنجون آهون ڪون ٻڌن ٿا.
ماڻهو وحشي ٿي پيا هِن،
جهنگ جا جهنگلي ٿي پيا هن،
هوشوءَ جان للڪارَ ڪري،
شينهن جيان گجگار ڪري،
تن کي مارڻ چاهيان ٿو،
پٽ تي ڊاهڻ چاهيان ٿو،
جيئن هي ڌرتي آجي ٿئي،
اَمن سندي ايراضي ٿئي.
هر هنڌ گونچ گلاب ڦٽن،
سنڌ جا ٻالڪ ڪلن ڪُڏن.

# امر سنڌ

سنڌڙيءَ جو سرتاج پٺائي،
رکندو سنڌ جي لاڄ پٺائي.

سچل سائين درازن وارو،
سچ چوڻ ۾ جڳ کان نيارو.

سنڌڙيءَ جو شهباز بہ آهي،
جنهن کي سنڌ تي ناز بہ آهي.

سامي يار سلوڪن ۾،
آهِ ملوڪ مَلوڪن ۾.

اڄ پيءِ شاهہ عنايت سنڌ ۾،
سچ جي آهِ علامت سنڌ ۾.

هوشو، دولهہ، دريا خان،
پونءِ جا مانجهي مرد مهان.

اڄان چوين ٿو ويري سنڌ ۾،
ٿيندا سنڌي ڍيري سنڌ ۾.
سنڌ امر آ، رهندي سنڌ!
منهنجي قربان اِن تان جِندُ!

هڪ تجربو:

# وقت اِها ٿي ويلَ، دوئي ڏُر ڪرڻ جي

ڪڏهن دل ٿي چاهيو لکان ڪو غزل،
ڪڏهن گيت ڪوئي لکڻ دل گهريو،
ڪڏهن نِڪتي ۽ وائي اندر مان ڦٽي،
ڪڏهن بيت ٺمندي ٿي ڳوڙها ڪريو،
مگر جو اندر ۾ هيو درد سو،
اڃان گهرو گهرو ئي ٿيندو رهيو.

ڏسان ٿو ننگو رقص وحشت جو مان،
پسان ٿو گندو روپ دهشت جو مان،
اِئين لال مسجد نظر ٿي اچي،
اُتي هي غزل هڪ جُڙي ٿو پوي:

پل جام شهادت نوش ڪيو،
ٿورو مگر ڪجهه هوش ڪيو.

دين ته آهي امن محبت،
ڪنهن لئه ٿا هي ڪوس ڪيو.

سچا مومن آهيو پوءِ ٻه،
پاڻ ٿا منهن تي پوش ڪيو.

هاڻ خدارا پنهنجي اندر جي،
وحشيءَ کي خاموش ڪيو.

سوچيان ٿو منٺارُ انهن تي،
جن باندين کي بيهوش ڪيو.

اُهو درد جيڪو اندر ۾
غزل جي لِکڻ سان نہ پورو
جڏهن روح ڪنهنجا رڙي ٿي پيءِ
تڏهن ساهہَ من ۾ سڙي ٿي ڪڇيا.
ڏسان ٿو جڏهن مان هي ديوانگي،
وڏي ٿي وڃي مَن جي بيگانگي.

اهو درد دنيا ۾ ڪيئن آ وڌيو،
اندر مان هي آواز اُڀري پيو:
اسان ئي تہ پاڻ آهي پيدا ڪيو.

پڳ پڳ پڪڙي پئي آ وحشت جيون ٿارچر سيلِ،
مون پاڻ ڏٺو هو شعلن تي تي هر ڪنهن هاريو تيلُ،
ٻين تي کهڙو ڏوهہ ڏيون بس پاڻ ئي هون ڏاڙيل،
پاڻ ئي پنهنجي ڌرتيءَ جي روز ڪيون ٿا ٻيل.



## استاد بخاريءَ جي وفات ڪان پوءِ...!

ڪائي جيئن ڪلا،
ٽڙڪي پيئي آ،
سُر بہ سمورا،
مري چڻ ويا،
راڳ الوپ ٿيا،
ڌرتيءَ دانهن ڪئي،
تہ منهنجي ٻانهن ڀڳي!
منهنجي گيتن کي،
هي ڪنهن گهو گهاتيو،
منهنجي لوءَ لوءَ کي
هي ڪنهن لوماتيو،
جيڏانهن تيڏانهن روڄ راڙو،
سُڏڪي سنڌ جو هر هڪ پاڙو.
دادوءَ جي چڻ دل ڀڳي،
سنڌ جي هر ڪا تار وڳي،
سنڌر سنڌر لفظن جي،
سٽ مان ڪنهن ا لڙي چڳي،
سٽ سان ڪنهن آ لڙي چڳي.



# خواب اسان جا

خواب اسان جا،
آزاديءَ جي اوسيئڙي ۾،
جاڳي جاڳي سمهي پيا هن.
ٻيجل کو ٻيهار اچي،
ساڳيا سرندا ساز کڻي،
ساڳي سر جي سين هڻي،
ان جو کوُ آواز ڏئي،
خواب اسان جا،
گهري ننڊ مان،
ڇرڪ ڀري ڇل اٿي پون،
آزاديءَ لئه وڙهن مرن،
آزاديءَ لئه وڙهن مرن.



# پُڪار

تاريخ جي ورقن مان ،
آ دودي اڄ پيي دانهن ڪئي،
۽ هوشو هيمون هٿ ڪٽي ،
ٿا پار ڪين ۽ هيئن چون:
او سنڌ نگر جا رهواسيو ،
آ ڪهڙي سڀ ڪي سَڀَ سِنگهيو ؟
جو ڪنهن ٻيي هن ڪي سڏ نہ ڏنو ،
سنڌ روز رنو .
هي هيڏا سارا ڪيس ٿيا ،
۽ ڪيڏانهن هي ابليس لٿا .
اڄ ڪو تہ ٻڌي ۽ ڪو تہ ٻڌي،
هن ڀونءِ مٺيءَ جي چيخن کي،
۽ زنده رکي شل ريتن کي،
۽ زنده رکي شل ريتن کي.



# اڌورو سپنو

سج جا پهريان ڪرڻا ،
هن ڌرتيءَ تي جڏهن ڪرندا آهن ،
تڏهن ائين لڳندو آ ،
ڄڻ ڏاڍ ڏمرجي ڦهري ڪاري رات ڪٽي وئي ،
سج جي پهرين ڪرڻن سان ،
آزاديءَ جي ول ڦٽي پئي ،
آزادي !!
جيڪا ڄڻ ڪو پوپٽ آ،
جيڪا ڄڻ ڪو جهوٽو آ،
جيڪا ڄڻ ڪو سپنو آ.



## ڇڙي

هوءَ اڃان نئين نئين ڪَلي هُئي،
ءِ نہ ڪنهن سان ئي ملي هئي،
هوءَ اڃان تازو ڪِلي هئي.

شهر جا ويران رستا،
سونهن سان ٽمٽار ٿي ويندا هُيا،
هوءَ جڏهن پازيب پهري،
لوڏ سان هلندي هئي.

هُن جي چوڙين ۾ ترنم ٿي لڳو،
هُن جو مرڪڻ ئي اصل ۾،
راڳُ، سُر، رِدمُ هيو.

ڪهڪشان سارو سمايل هوندو هوس هڪ مُرڪ ۾،
مينهن ٿي برسيا سندس هڪ لڙڪ تي.

ڇا تہ گهري گهورُ هُن پيلڻ جي هُئي،
ڇا تہ سُرهي سيندِ هُن سنڌڻ جي هُئي.
هُن نہ ڄاتو هو تہ جن رستن مٿان،
بي ڊپيءَ سان هوءَ،

موهه جا موتي وکيري تي هلي،
تنهن راهه تي،
ڪنهن پيجارو جي ڪُلي پوندي ڏري!
پو سِرِ بازار جنهن ۾ سونهن کي،
واڙي وِڻي ويندا وَري!
هائي اُها سونهن جا ساڳي پري،
آءُ ڪڏهن سوچ ڪنهن گهريءَ ۾ گُم،
۽ ڪڏهن،
تي ڪلي، سُڏڪي رڙيون تي پئي ڪري،
بس اصل ۾،
سونهن جي ساڳي پري!
هاڻ تي پئي آ چري!!



# وشواس

جڏهن تہ تنهنجي راهہ جو پٿر هيس،
ٺوڪرون جنهن کي هٽي،
پاڻ کان تو ڏور ڪيو،
۽ مون کي مشهور ڪيو.
مان ٿيس مشهور ايڏو،
جو، جنهن گهٽيءَ مان ٿيو گذر،
آڱريون مائهن کنيون،
جڏهن تہ سنگينون هنيون.
ڪنهن چيو عاشق اٿو،
ڪنهن وري چريو سڏيو،
ها اسان جو پوءِ بہ پيءِ،
حوصلو وڏندو رهيو.
هاڻ سوچيان ٿو تہ توتي
ڪيترو وشواس هو،
۽ وري ٿو سوچيان،
جڏهن اهو بڪواس هو.



# خونِ حُسين

جنهن مٽيءَ تي هو ڪريو
خونِ حُسين،
اُن مِٽيءَ ايڏيون وڏيون دانهون ڪَيون،
جو ويو آڪاس هو لرزي تڏهن.
عرش ڪان هن فرش تائين،
اُن مٽيءَ جون بس رڳو
دانهون هُيون،
آهون هُيون.
اُن مِٽيءَ ڪي لوڪ ڪربل تو سڏي،
جا مٽي ڪَلهه هُئي سراپا احتجاج،
سا مِٽي اڄ پڻ سراپا احتجاج .
ڪربلا
اڄ پڻ زماني کي ائين ئي ياد آ.
۽ حسين ابنِ عليءَ جو نانءُ زنده باد آ.



# نماڻي گذارش

ڪنهن ڪيا ڳاڙها هي رستا،
ڪنهن وهايو خون آ؟
ذهن ڪنهنجي ۾ ڀيهر،
پيدا ٿيو جُنون آ!
هي اُهي ساڳيائي رستا روڊ هن
جن مٿان
مون ۽ منهنجن ساٿين
ها ڪڍيا ايڏا جلوس
جن جلوسن کي ڏسي
آمر ڪنبيو هو ڪوٽ ۾!
جون جي جلندڙ سَمئي
هر ڏڪيو هو ڪوٽ ۾!!
ڊپ ڪڏهن ماڻهوءَ کي پاڳل آ ڪندو،
ان ڪري ئي
هو به پاڳل ٿي ويو.
پنهنجي پوَ ۽ خوف ۾
پاڻ قاتل ٿي ويو.
هن جلوسن جي مٿان، ڪيڏو ڪيو پٿراءُ هو!
جو پٿرن جي ئي لڳڻ سان،
زخمي هر هڪ پاءُ هو!
تن زخمن مان جڏهن

هو تيو جاري لهو
تڏهن ڏرتيءَ تي ٽي هُئي،
خون جي هولي شروع،
ريٽجي رستا ويا ها رت سان
باهہ جا اولا اُٿيا هر گهر منجهان
ڇو تہ تڏهن
مارشلائي دؤر هو
ڪوڙ سچ کان زور هو،
مارشلا هاٽي تہ ناهي
جو ڏنڊا لڳندا رهن
سچ چوڻ جي ڏوهہ ۾
ماڻهو مَندا ٽيندا رهن
تورڙو ڪجهہ ان تي سوچيو
وقت جا اي حاڪمو!
اڄ انهن سان ئي وڙهو ٿا
جن پنهنجن ڪمزور ڪلهن سان اوهان کي
آ مٿي پهچايو!

---

(4- جنوري 1996ع تي پي.ايم هائوس نئون ديري ۾ ڪلي ڪچهريءَ ۾ آيل ماڻهن تي پوليس جي لاٺي چارج)

# اڄ به اُتي.....!

شهيد جي نياڻي!
نه تي ايڏي وڏي سياڻي
وساري ساري آڪاڻي
تي آن ڏن جي تون ڏياڻي
ٿورو ڪجهه سوچ تون راڻي!
وسارين تي ٿياسي ۽ ڇهاسي ڇو پلا؟
هي نه پيئي سَنَ هِن اهڙا ادي!
جن سنن سان سنڌ جي تاريخ
هڪ آهي جڙيل،
جا اڃان تازي اَٿئي
۽ انهيءَ جي هر صفحي مان
خون جا قطرا به جاري هن اڃان!
ڪنهن به جي روڪيا نه آهن
۽ نه ڪو روڪي سگهي ٿو
اتهاس جي جن صفحن تان
خون ٿو وهندو رهي
تن صفحن جا ٿو لڳي
زخم هن گهرا گهڻا
۽ صفا تازا توانا پيي،
ڇو ته سي سارا زخم ۽ گهاوَ گهرا

روز ٿا گهرا ٿين
سخت پهرا ٿا لڳن
اڳ تہ ها هن ديس تي
آمر ۽ جابر ۽ يزيد،
جن ڪيا ڪيڏا نہ ماڻهو ها شهيد!
ڪيترين گوليون هليون،
۽ ڪيترا ها بم لڳا.
مون ڏٺا!
تو بہ ڏٺا!
دنيا ڏٺا!
دنيا ڏٺا!
پو بہ هو همت سندو ڇڻ حوصلو
ظلم کي پُرزا ڪرڻ جو
تيز ٿي ويو سلسلو!
۽ سَنا سيني زخم ها شوق سان
جو تہ نفرت هُئي سين کي
نفرتن جي طوق کان
۽ اُهي زنجير بہ
جيڪي ٻڌا ويا لوڪ کي
لوڪ لاهڻ تي گُهريا،
هو ڏانهن سنڌ جي آجپي جا خواب بہ
سُرندا رهيا،
هلندا رهيا.
جنگ تہ آخر جنگ ٿئي ٿي،
جا بندي کي آڳ جي اوڙاهہ ۾
اُجلي سگهي ٿي،

۽ وري ڪنهن کي ڪري فاتح چئي!
تون ٿئين ۽ ان جنگ ۾ فاتح
۽ اسين ٻئجي وياسين سي سپاهي
جي هوندا گمنام آهن
۽ خدا خلقيندو تن کي ان ڪري آ،
يا تہ ڪنهن هو جنگ ۾ مري وڃن
يا جي بچن
روز بس مرندا رهن
۽ روز بس ڄمندا رهن!
۽ اهو جاري ۽ ساري آ
اڃان پيو سلسلو،
جي چئي ويا قافلو
ناهي تن جو ڪو پتو
شايد نہ هو تن کي پتو!!
ها پتو آهي اهو
سي ها آمر سان مليا
توتي ۽ سنڌ تي ها ڪليا!
اڄ وري سي ٿي بازاري
پيٽ تنهنجا هن ساٿاري!!!
۽ اسين سارا ٻندا،
جيلن ۾ توسان جي رهيا
ڦاهيون ۽ ڦٽڪا جن جهليا،
سي تو کان ايڏو پري،
جيڏو پري هي چنڊ آ،
جيڏي پري هي اڀ آ،
جيڏو پري هي سچ آ!

تا ڏسئون تو کي تڏهن
تي اُڏين اپ تي جڏهن
۽ اسين سڀ ٻارڙن سان
پنهنجا هٿ اُپ ڏي ڪري
تا چئون!
اوهيو!
اوهيو!!
اوهيو!!!
(15-1-96)



# سوريءَ جي سار

سوري تي ساري ،
پنهنجن انهن ساٿيئڙن کي ،
جيڪي سنگينن سان پنهنجن
سينن کي ٽڪرائيندا ها،
رت جا ديپ جلائيندا ها.

جيڪي ان جي گول رسيءَ کي،
ڦولن جي ڪا مالها سمجهي
مرڪي ڳچيءَ ۾ پائيندا ها
حق جا علم لهرائيندا ها .
سوري تي ساري !!



# ڪوهيڙو

پرين پنهنجي پيار جي شهر تي،
ريتن ۽ رواجن جو
ڪوهيڙو ڇانيل آهي.
تنهنجي گهر جو رستو به
ڏنڌلائجي ويو آهي،
۽ اجهو هاٽي هاٽي

پري ڪان تنهنجي گهر جي مٿين ماڙ واري
دريءَ مان
نظر ايندڙ
تنهنجو چهرو به ڏنڌلائبو ٿو وڃي
اُن ڪان اڳي جو
ڪوهيڙي جي اچاڻ ۾
اڇ ٿي وڃي
اڇ ته
پنهنجي لازوال محبتن جو
سچ اياري
هن ڏنڌ کي ختم ڪيون
هن انڌ کي ختم ڪيون.



# مداري

هر طرف اونداهہ ئي اونداهہ آ،
پير جي پنهنجو ڪڇي،
ڪاڏي ڪڇي!
خاموشيءَ جو سنڌ ڪي،
سوداءُ آ.
هر طرف اونداهہ ئي اونداهہ آ.
جو مداري آيو تنهن،
چمڪندڙ ڏفليءَ سان ڪيئي
چمڪندڙ نعرا هنيا،
جڻ تہ سنڌ جي سينڌ تي
وار ڪي ڪارا هنيا.
هر مداري پي مداري تي ٽٽوليون ٽي ڪيون
هوڏانهن سنڌ جي دشمنن سڌيون هتي گوليون هنيون.
اڄ بہ ساڳيائي مداري
ها ، هتي موجود هن
پر نہ تن جي پوئتان ماڻهن جو ڪوئي قافلو آ،
هر مداري پنهنجي دڳ تي پاڻ ئي ڊوڙي رهيو آ.



# رات صبح شام......

هر رات ،
اسانجي آڳر تي ،
ڪي پيار ڀٽي ۾ پيڙائون،
ڪجھ اجڙيل اجڙيل آشائون،
ڪجھ پنهنجي گھر جون چنتائون،
۽ ڪجھ
ماضيءَ جا اڌورا ارمان پڪيڙي ويندي آ ،
هر رات ائين ئي ڏنگيندي آ ،
هر صبح اسان جي سيني تي،
ڪو قاتل قهري روپ وٺي،
تو مگ ڏري،
ڪو ڪيئن ڪري!؟
هر شام اسان جي شام غريبان!
رنج والم ۽ آه فغان!
هر پهر آ سڏڪو سسڪيءَ جو
تو چو نہ ٻڌو!؟
تو جي نہ ٻڌو ڪا ڳالھ نہ آ ،
پر ڳالھ تہ آهي وڏي سائين!
ڌرتيءَ ڪان اپ جيڏي سائين!



# درد جو صحرا جهاڳ

مان اڄان پيءِ جهاڳيان ٿو
درد جو صحرا اجها ڳ
مان نه ڄاڻان ٿو ته ڪيئن
مان پهتو هان درد جي هن دشت ۾!
درد جي هن دشت ۾
سڀ ٿا ڄاڻو
درد ئي ملتا ته آهن
ڪي به گل ڪلتا نه آهن.
هر طرف هيڊو خزان جو رنگ آهي ڇانيل
تنهن ڪري
ڪو به سائو وڻ نه آ
ڪا به گهاٽي يا ڇڊي ڪا ڇانو ناهي
ناهي ڪوئي پيءِ ڏنار ۽ پيو ڪو ڏڻ نه آ.
موت جهڙي آ رڳو بس خاموشي
درد سان آهن پنهنجون جهوليون ڀريل
۽ ڏور آهي هر خوشي
مان اڄان پيءِ جهاڳيان ٿو
درد جو صحرا اجهاڳ.



# پنهنجي اندر ۾ جهاتي

- هوءَ جيڪا پنهنجي وطن جي سوچ هئي،
سا لڳي ٿو ڪو نہ آ زنده ضميرن ۾،
آ بہ جي جيئري ڪٺي سا بہ ڄڻ ڪنهن چند فقيرن ۾،
هوءَ جيڪا پنهنجي وطن جي سوچ هئي .

- هوءَ جيڪا پنهنجي وطن جي سوچ هئي ،
سا تہ وئي آهي گهڻو ڏنڌلائجي،
يا تہ وئي آهي ڪٿي وڃائجي .
هر طرف ڳولهيم گهڻو ان سوچ کي ،
ءِ وري سوچيم گهڻو ان سوچ تي .
مون تہ ڳولهي ٿم گهڻو جلسن جلوسن ۾،
مون تہ جاچي آ، هر هڪ هڙتال پي
ها نظر آيا انهيءَ ۾ تال پي .
بک هڙتالي ڪيمپ ۾ جاچي هيم
بس اتي پي مطلبي پاتي هيم .

ڪا نہ ملي پر سوچ سا
سوچ جنهن کي مون پنئي ڳولهيو
پنهنجي اندر کي آ اڪيڙيو
۽ اڪيڙڻ سان وري سا ملي پئي سوچ آ
سوچ جنهن ۾ لوچ آ
سوچ سا جيئري ملي

- بس رڳو اندر اڪيڙڻ جي ضرورت آ،
پنهنجي اندر ئي ڇِتي هن سوچ جي صورت آ .



# ڪجهه سوال

- ڪيتري ذلت ملي تي زندگيءَ ۾،
سوچ جي سوچي سگهين!
ذلتن جي هڪ ڊگهي آهي قطار،
ڪيترا آهن انهيءَ ۾ قرض خوار،
ڪيترا نالي جا آهن غم گسار،
ڪيترن آڇيا اوهان کي پنهنجا پيار،

ءِ وري
ڪيترائي نفرتن جا،
ظلمتن جا
تير پيا اڇلن هزار
سوچ جي سوچي سگهين!

- هيءَ بہ ڪائي زندگي آ
چڻ تہ ڪوئي ڦٽ پراڻو آ
جو بڻيو ناسور آهي
هر گهڙي هڪ سور آهي
ڪيترو هي ڪلور آهي
زندگيءَ جي درد سان ئي
هر بندي جو
روح چور چور آهي
ڪيترو هي ڪلور آهي
سوچ جي سوچي سگهين!

- زندگي هن ڇا ڏنو انسان کي آ
سوچ جي سوچي سگهين!
سڄ ايري ٿو،
ڏک ايرن ٿا
ٻار ڪتاب ۽ قلم گهرن ٿا
دل جي اندر درد رکن ٿا
ڇڻ تہ پرن ٿا
جن جي اندر
تنهنجا منهنجا روح سڙن ٿا!
سوچ جي سوچي سگهين!

- منجهند ٿئي ٿي مونجهہ وڌي ٿي
گاڏي بزار منجهان گذري ٿي
دوا گڏوءَ جي ياد اچي ٿي
گڏي، گڏيءَ جي وسري وڃي ٿي.
اندر مان ڪا آهہ اٿي ٿي
گاڏي تيزيءَ سان متجي وڃي ٿي
رڳو اسان وٽ ڳٽتي بچي ٿي
جنهن ۾ جند هي روز جلي ٿي
سوچ جي سوچي سگهين!

- شام جيڪا شاعرن لئہ ڇڻ سهانو خواب هوندي آ
شام سا منهنجي وطن لئہ
ڇڻ تہ ڪو عذاب هوندي آ.
دل نٿي چاهي تہ اهڙي شام ۾،

شاعري ويھي ڪجي
دل پنھنجيءَ جا ڪتڪتا
۽ اندر جا وسوسا
۽ پڙهڻ جي ميز تي ڪجھ پيل آهن ڪتاب
۽ انهن ۾ رسان پيل آهن
ڪجھ ٻيا بہ ڪاغذ!
ڪاغذن تن ۾ نہ آهي شاعري ڪا
۽ نہ آهن سي حسينن جا خطوط
ڪاغذن تن ۾ رڳو گھرجون ئي آهن
فون جو بل، گئس جو بل، ڪير جو بل
ٻيا بہ آهن ڪوڙ ئي بل
ڏئي نہ جي آهن سگھيا .
چڙ توائي ۽ بيزاري
دنيا لڳي تي زهر ساري
تون ئي چئہ هن شام کي ڪاڏي ڪجي
ماتم ڪجي
پٽڪو ڪجي
ڏس ڇا ڪجي!
ڪاش تون ڪجھ چئي سگھين،
سوچ جي سوچي سگھين !

- سج تہ آخر لهي ۽ رات تي قابض ٿئي
۽ پاڻ تي
نئين صبح جي نئين وري فڪرات تي قابض ٿئي
اڀ تي ڪيئي ستارا جھلملائن ٿا

جڏ سهانا گيت ڳائن ٿا
آفتابي نور سان رات آ جرڪي پئي
پنهنجي اندر ۾ وري فڪرات آ مرڪي پئي
ڇئون جنهن کي ٿا چون هي آدمي
سو صبح ۾ هو ڪٿي ؟
سو منجهند ۾ هو ڪٿي ؟
شام جو ڪاٿي هيو
رات جو ڪاڏي ويو !؟
سوچ جي سوچي سگهين!



# حقيقت، خوابُ، سَراب

چهچُ سائي ڪيت ۾
سرنهن جا پيلا پيلا گُلَ،
ائين ٿا لڳن ڄڻ:
تو،
پيلي پرٽ سان پريل
سائو گَجُ پاتو هجي.

هي هوا جي جهوٽن تي،
جهومندڙ،
بيد مشڪ جا ڏگها ڏگها وڻ،
ائين ٿا لڳي ڄڻ:
تون،
پنهنجون ٻانهون،
هوا ۾ ڦهلائي،
مون کي پنهنجي ڇاتيءَ ۾،
ڇُپائڻ لاءِ آتي هجين

هي آسمان مٿان،
ڏوڙون پريندڙ ڪڪريون،

جڏهن پنهنجون هلڪيون هلڪيون،
بوندون،
چيڪيءَ مٽيءَ تي،
ڪيرائن ٿيون،
تڏهن ايئن ٿو لڳي ڄڻ:
تنهنجا،
ساوڻ جي پهرين وسڪاري جهڙا چپَ
منهنجي ٿوهر جهڙن
ٽوٽ سڪل چپن کي
چُمي رهيا آهن.
ڇا هي حقيقت آهي؟
يا ڪوئي خوابْ آهي،
يا وري سرابْ آهي!



# ماتم

روڊ جي سائيڊ ۾،
بيٺل بيد مُشڪ جا ڏُگها وڻ،
هوا جي جهوٽن تي،
جهومي رهيا آهن.

او.... هي ڇا...؟
هي تہ هڪ بيد مشڪ جو وَڻُ،
روڊ مٿان ڪريو پيو آهي.

اَڇا....!
مون هاڻي سَمجهيو،
بيد مُشڪ جا ڏگها وڻ،
هوا جي جهوٽن تي،
جهومي نہ رهيا آهن،
پر اُهي تہ،
پنهنجي هڪ ساٿيءَ جي
وڇڙڻ تي،
پنهنجون،
ڏگهيون ڏگهيون،
ٻانهن جهڙيون
لامون ڦهلائي،
روئي رهيا آهن،
رڙي رهيا آهن،
ماتم ڪري رهيا آهن!



# زور جي ميندي

تنهنجن ننڍڙن هٿن تي، مينديءَ جو رنگُ چڙهيل آهي،
تنهنجي ننڍڙي نڪ ۾ قُلي پيل آهي،
تنهنجن نازڪ ڪَنَن ۾ وڏا وڏا جهومڪ پيل آهن،
جنهن ڪري تنهنجا ننڍڙا ڪَنَ،
هيٺ نمي پيا آهن.
تنهنجي جسم تي ڳاڙهو وڳو پهريل آهي،
۽ تنهنجي اکين مان آبشار جاري آهن.
تنهنجن ننڍڙين معصوم گول گول اکين جي،
اِنهي اَڻ ڪٿندڙ ڳوڙهن جي سلسلي،
رات جي سموريءَ بي رحميءَ ۽ بي وسيءَ جا،
سيئي راز فاش ڪري ڇڏيا آهن.
تنهنجي مک جي مرجهايل مکڙيءَ ڪي ڏسي،
سچ تہ اِهو پهاڪو،
(زور جي ميندي ناهي لڳندي)
هڪ ننڍول محسوس ٿيو،
هڪ مخول محسوس ٿيو.



# ڪرشمو

منهنجون آشائون
زندگيءَ جي ناڪام صحرائن ۾
ڀٽڪي ڀٽڪي
مري ويون آهن.
مُنهنجون اکيون
توکي ڳوليندي ڳوليندي
ڪنهن ڍنڍ وٽ
نيل ڪنول جي پرسان ئي
ڦٽڪي ڦٽڪي پوٽجن ٿيون.
منهنجو وجود
جيڪو تنهنجي نفرت جي آنڌيءَ ۾
ڪک پن ٿي وکري ويو آ
سو سارو
ڪن پل ۾
سميٽجي سگهي ٿو
جي تون چاهين
۽ مون کي جي تون
اڄ به پڪارين!



# هڪ موسم ۽ منظر

**پهريون منظر:**

ڏاڍي خوشگوار موسم آهي،
هلڪي نيري آسمان تي
مينهن جي پاڻيءَ کان خالي خالي ڪڪريون
اڪ ٻوٽ ڪيڏي رهيون آهن.
تڏهن ئي هيٺ ڌرتيءَ تي
اُس ۽ ڇانوَ ڪي ڪو ٽڪاءُ ئي ناهي.
ڪڪريون اُڀ تي ڊوڙون پيون رهيون آهن ته،
اُس ۽ ڇانوَ وري ڌرتيءَ تي،
هوائون تڏي احساس سان لبريز گلابي گيت ڳائن پيون،
سارين جو فصل اڃان پڪو ناهي
سيارو اڃان مڪمل نه آيو آهي
پر هُن پنهنجا نياپا،
هوائن هٿان موڪلڻ شروع ڪيا آهن،
ان ڪري موسم ڏاڍي خوشگوار پئي لڳي،
پري پري تائين نظر ايندڙ ساوا ساوا کيت،
ڄڻ ڌرتيءَ ئي ساوا ساوا غاليچا پٿاريا ويا هجن
۽ انهن ۾ ڪچڙن سارين جي سنگن جون قطارون
۽ مٿي پکين جون پهريون اڏامون!
هر روز نظر ايندڙ اهو منظر
اڄ بيحد خوبصورت لڳي رهيو آهي.

**ٻيو منظر:**

ٻہ نوجوان ڪُراڙيون عورتون،
هڪ جيتريون گاهہ جون پريون،
مٽي تي ڪنيون واهہ جي ڪَڙ سان اُچن پيون،
سنهي سوٽي واڱڻائي ۽ پيلن رنگن جي چولن مان
ھُنن جو وقت کان اڳ ڪراڙو ٿي ويل جسم!
لِڇي تي رهيو آهي،
ھُنن جي چهرن تي محبتن جي ڪا بہ نشاني نہ آهي،
نہ ئي پراڻي ڪنهن گم ٿيل محبت جو اثار ئي آهي.
هنن جو چهرو پکهر سان ڌمي رهيو آهي،
ھُنن جي ڇاتيءَ تي،
چنبڙيل ٻہ ننڍڙيون ٻيون ڇاتيون
(جيڪي عورت جو فطري عظيم حسن هونديون آهن)
هوا کان خالي ڦوڪڻن جيان
هُنن جي ڇاتيءَ تي لڙڪن پيون!
هُنن جا مرد!
ڳوٺ جي ٻاهران واهہ جي ڪڙ تي ئي،
نم جي وڏي گهاٽي وڻ هيٺان،
ٿهيل هوٽل ۽
کاٺ جي بئنچن تي ويهي
ڏادو مزي سان شمن ميرالي ٻڌن ٿا.
موسم خوشگوار ڪيتي آهي!



زندان هزارين ها،
مون کي مارڻ ڪاڻ مٺڙا-
انسان هزارين ها.

❊❊❊

زندان هزارين ها،
منهنجي ارٿي ساڙڻ لئہ-
شمشان هزارين ها.

❊❊❊

زندان هزارين ها،
منصور تي فتوا جا-
فرمان هزارين ها.

❊❊❊

زندان هزارين ها،
پر جرئت جا پوءِ بہ-
نيشان هزارين ها.

❊❊❊

زندان هزارين ها،
منٺار اَڪيلو هو-
مر وان هزارين ها.

ليئا تي پائي،
شايد پنهنجي پيءُ کان-
هوءَ تي گهرائي.

***

ليئا تي پائي،
اشارن ۾ ايتري!
ڪُجھ پئي ڳالهائي.

***

ليئا تي پائي،
پنهنجي پرپٽمر جي مٽان-
پئي اکيون اڇلائي.

***

ستري سٽي تي،
ڏرتي تي ڄڻ ڪي-
موتي ڇٽي تي.

***

ستري سٽي تي،
يا هو پنهنجي قسمت تي-
روئي پٽي تي.

***

ستري سٽي تي،
ميري ڏرتيءَ جي-
رنگ ڪي مٽي تي.

اُڏري اَچين هام
پتنگ بڻجي مون جئين-
پڇي ڏسين ها.

***

خالي ڪُتڪا هن،
تنهنجي وَئي ڪانپوءِ پرين!
بڇيا سُڏ ڪا هِن.

***

توڏي اچجي ها،
هاڻي اچين ڇو نه ٿي-
توڪان پُڇجي ها.

ويگن ٻوڙي ٿي،
هُن جي اک هن هانوَ ۾-
خنجرُ کوڙي ٿي.

❊❊❊

مُرڪي نهارئيين،
مرڪي مرڪي هانوَ ۾-
ٻٽيجي اتاريئين.

❊❊❊

بنا سُرخيءَ چَپَ،
پوءِ بہ ڏنگن تا ڏورَ ڪان،
جڻ تہ هجن ڪي سَپَ.

❊❊❊

اُڏري اچبو هو،
چا تہ زمانو هو جڏهن-
روز ئي مِلبو هو.

سُڏڪا بچيا ها،
تنهنجي وئي ڪان پوءِ پرين!
الڪا بچيا ها.

❊❊❊

مُرڪي رهي آ،
مرڪ نهي تي ڪيڏي مُک تي-
سندس وقهي آ.

❊❊❊

هوءَ ته اُهائي آ،
ساڳيو ئي پيار سندس-
۽ ساڳي وڏائي آ.

❊❊❊

ڪيڏي سُندر آ،
مون لاءِ چڻ هوءَ جينَ• جو-
جهونو مَندر آ.

❊❊❊

پوڙهو تي پيو آ،
تڏنهن ان جو ذهن يي-
سوڙهو تي پيو آ.

❊❊❊

رڪشا ۾ آهي،
اُن سان گڏ يڳوان جي-
رڪشا ۾ آهي.

---

• جين ڌرم جا قديم خوبصورت مندر

❊❊❊

مون کي اُڄ ڏِنئي،
پاڻ مَتي مهراڻ تي-
سَهسين رنگ رچيئي.

❊❊❊

رَستا پٿريلا،
سوچيان ٿو پيو واٽ تي-
وَسُ نہ وَسيلا.

❊❊❊

صُبح جي اخبارَ،
ڪا بہ نہ جنهن ۾ خوشخبري-
رُڳو آڦُر مارِ.

❊❊❊

چوي ٿو پاڙو،
ڪيو هن همراهہ کي-
ڪورٽ ڪُراڙو.

❊❊❊

آهي اُسَ اجان،
وڃ نہ اُپھرو ٻاهر تون-
پگھري پئين متان.

❊❊❊

ڪنهن نہ ڏِنو هو سَڏُ،
منهنجو سڏ پڙاڏو بڻجي-
مونسان ٿيو هو گڏ.

❊❊❊

تڏهن اَچين ٿي،
جڏهن جيون آڳِ ۾-
تنها پچين ٿي.

❊❊❊

سوچي ٿڪو هان،
تنهائيءَ جي باهِ مان-
ڪيئن مان بچو هانَ.

❊❊❊

رودِن تي آ رَشِ،
هاڪر هوڪا، هوڪرا،
هَٽ هَٽ ۾ ڪاوش.

❊❊❊

سارين جو اوپرُ
هٽ پکو هر هَٽَ ۾،
پوسٽ ۽ پگهرُ.

❊❊❊

ڳاڙها ساوا نوٽ.
ڪڪڙ مرشد ڪَيَ تي-
مريدن ڏانهن موٽ.

تنهنجون سارون هن،
صحرائن ۾ ساٰنورا!
چڻ تہ بهارون هن.

❊❊❊

مُندون موتيون هِن،
توسوا اي سانورا!
ٻُسيون چوتيون هِن.

❊❊❊

توکي ساريو آ،
پنهنجي هَٿَ مان پاڻ لئہ-
پارڻ پاريو آ.

❊❊❊

تنهنجو منهنجو پيارُ،
سمجهي تو سنسار ڇو؟
پنهنجي مَتان بارُ.

❊❊❊

ڇا لئہ تو روڪين؟
مَڏُ پيئڻ ڪان وو ميان!
ڪوه پِيو ٽوڪين!

چالئه ٿوروڪين؟
مَڌ پيئڻ ڪان وو ميان!
ڪوهه پيو ٿوڪين!

❊❊❊

چم چم برسيا نيڻ،
ڪوئل، سانوڻ، سرتين-
گڏجي ڏِنا وينڻ.

❊❊❊

آڏو اڏ نه ڏي،
آءُ نه رُڪبس تو وجان-
پويان سَڏَ نه ڏي.

❊❊❊

لوٽا هوءَ هٽندي،
ٽيڏي اِڪ سان پئي ڏسي-
لابارو لٽندي.

جنگ آ تباهي،
دنيا جو اتهاس هي-
ڏي ٿو گواهي.

امن آزادي،
آهي وڏي هيءَ وٿ، ۽
جنگ آ بربادي.

جنگ جو آغاز،
افغانين تي اُڏن ٿا-
آمريڪي جهاز.

جنگي هي جُنون،
ڦٽائن ٿا لوڪ جا-
ننڊون ۽ سُڪون.

ياد رکي ڇڏِ بُشَ،
تاريخ ۾ مجرم سڏبا هن-
سيئي انسان ڪُشَ.

ايٽمي بارود،
ٽيندي ڪڏهن اوچتو -
دنيا هي نابود

هيڏي بمباري،
افغاني عوام تي -
توبهہ ڙي زاري.

هوس ۾ اچي،
بش دنيا جي مٿان -
جنگ آ بيچي.

ڪيڏا درد هئا،
پو بہ سندم محبوب جا-
جذبا سود هُئا.

❊❊❊

اڏري آيا هِن،
تنهنجي سڏڪن ساڻ ڪڪر-
پرجي آيا هِن.

❊❊❊

مرڪون ميڙڻ ڏي،
ڪن پنهنجي خوشين سان-
مون کي کيڏڻ ڏي.

❊❊❊

رستا رُڃ هُيا،
تنهنجي اچڻ سان اهي-
ٻَهڪي هن پيا.



# ٽري پار ٽاءِ

باد ل مينهن وساءِ،
تون به اسان مان مينهن ۾-
گڏجي جهمريون پاءِ

بادل بيهُ اجان،
تنهنجي هيٺان ٿورڙو-
اجان آءٌ پُسان.

بادل سِج کي ڍَڪ،
ڪاڙهي ۾ هن رگهه اسان کي-
ڏاڍو ڪيو آ ڪَڪِ.

بادل بسَ نه ڪر،
تلَ ترايون سنڌ جا-
سارا جلدي ڀَرِ.

مان ٻيو رکندس مانُ،
پنهنجي پياري سنڌ جو-
بڻجي دريا خانُ.

بابل خرچي ڏي،
خانوءَ جي دُڪان وٽ-
سِڪو ٿو سڏي.





# تخليق جو محرڪ

# منٺار سولنگي

منٺار سولنگي هڪ بيچين روح هو. جڏهن به ملندو هو ته لڳندو هو ته ٽڪرن ۾ آهي هن جي اندر ۾ هڪ تڙپ هئي لوچ هئي اها تڙپ ئي هن جي تخليق جو محرڪ هئي. سندس شاعري لوچ، بيچيني ۽ درد مان ڦٽل محسوس ٿيندي هئي. سنڌي ادبي سنگت هن جي تخليق لاءِ اُتساهه جو وسيلو هئي هن پنهنجي سان ڀرپور نڀاهيو هن شاعريءَ ۾ وفا ناٿن شاهيءَ وانگر سادو لهجو اختيار ڪيو ۽ ان ۾ پنهنجي اندر جا عڪس چٽيا، اهي عڪس چٽا ۽ روشن آهن.

سنڌ جي اُجري صبح وانگر مٽيءَ ڪان محبوب تائين هن جي عاشقيءَ جا رنگ، هن جي شاعريءَ ۾ سمايل آهن. هُو اميد جو شاعر هو. ڏکين حالتن ۾ به هُن مايوسيءَ کي ويجهو اچڻ نه ڏنو هن ڪڏهن ڪنهن سان شڪايت نه ڪئي. زندگيءَ سان به نه - زندگيءَ هن سان ڪو نه نڀاهيو، هُو مسافر شاعر هڪ اُجاڙيل اسٽيشن تان اوچتو ئي ٽرين ۾ سوار ٿي هليو ويو، هزارين وايون، نظم ۽ غزل تخليق ٿيڻ ڪان رهجي ويا.

ڊاڪٽر ادل سومرو

